## كتاب (2)

كتاب جو نالو : ڪارو چشمو.

موضوع : ڪهاڻيون.

ليکڪ : رجب آزاد.

ڇاپو : پهريون .

تعداد : 1000 (هڪ هزار).

ٽائيٽل اسڪيچ : اقبال سومرو ۽ علي حسن ڏاهري (فائن آرٽ دادو).

ڪمپوزنگ : مُرڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزرس سينيما چوڪ دادو.

ڇپائيندڙ : ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو.

مُلهه : 45 روپيا.

---

## BOOK (2)

Name of Book : Kaaro Chashmo

Subject. : Short Stories

Auther. : Rajib Azad

Edition. : First

Quantity. : 1000, (One Thousand)

Title Sketch. : Iqbal Soomro & Ali Hassan Dahri. (Fine Art Dadu)

Composed By. : Murk Computer Composers Dadu.

Published By. : Dr. Memon Abdul Majeed Sindhi Adabi Academy Larkana.

: Price. Rs: 45

# انتساب

امڙ شمل خاتون ۽ بابا حاجي غلام حسين ميمڻ جن
جي نالي منسوب ڪريان ٿو، جن عظيم تاريخدان،
محقق، دانشور ۽ نقاد ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ
کي جنم ڏنو.

# وچـــور

# پبلشر پاران

بابا سائين (ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي) جي وفات کان پوءِ ڪجهہ اديب دوستن ۽ بابا سائين سان عقيدت رکندڙن گڏجي بابا جي ياد ۾ "ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ادبي اڪيڊمي قائم ڪئي" هن اڪيڊميءَ جي قيام جو مقصد بابا سائينءَ جا ڇپيل اڻلڀ ڪتاب ٻيهر ڇپائڻ ۽ اڻ ڇپيل ڪتابن کي ڇپائي سنڌي ٻوليءَ جي گهڻگهرن تائين پهچائڻ آهي. هن سلسلي ۾ 1998ع ۾ ٻي ورسيءَ جي موقعي تي "سچ ۽ سارون" نالي ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

اڪيڊمي جي پروگرام مطابق اسان ٻين ليکڪن جا مختلف موضوعن تي ڪتاب ڇپائڻ جي رٿا رکي آهي هن سلسلي ۾ سڀ کان پهرين نوجوان ۽ باهمت شاعر ۽ ڪهاڻيڪار "رجب آزاد" جي شاهڪار ڪهاڻين جو مجموعو "ڪارو چشمو" نالي سان ڇپائي رهيا آهيون، ڪهاڻيون فن، فڪر ۽ مقصديت جي لحاظ کان نهايت اهم آهن.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ادبي اڪيڊمي جو هي ٻيو نمبر ڪتاب آهي، اڪيڊمي جو ٽيون نمبر ڪتاب بابا سائين جو لکيل تحقيقي ڪتاب "ميمڻ قوم تاريخ جي آئيني ۾" پڻ پريس ۾ آهي، جيڪو عنقريب علم جي شائقين آڏو جلد از جلد پيش ڪيو ويندو.

سات سلامت.

**ڊاڪٽر عبدالوحيد ميمڻ**
چيئرمين
ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو.

# "آچيندي لج مران"

غربت جي گود ۾ جنم وٺڻ کان وٺي، راجه رجب علي کان رجب آزاد بڻجڻ تائين. زندگيءَ جو جيڪو سفر آهي جيڪڏهن ان کي بيان ڪرڻ لڳبو تہ اهو هڪ الڳ ڪتاب بڻجي ويندو. ڇو تہ، غريب هاريءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيندڙ ٻار کي ڪهڙا ڪهڙا مسئلا درپيش ايندا آهن انهيءَ کان اوهان بلڪل باخبر آهيو مان ڪهڙا وينو ورجاءِ ورجايان.

ننڍپڻ ۾ تعليم سان گڏو گڏ مال چارڻ کان وٺي ٻاڻي سان زمين تي ڪم ڪرڻ، هر ڪاهڻ، رونبا، لابارا ڪرڻ ۽ مزدوري ڪرڻ تائين هڪ وڏو سفر آهي جيڪو طئي ڪري رجب آزاد بڻيو آهيان، اهو ئي سبب آهي جو پنهنجن تڪليفن ۽ ڀوڳنائن جو ذڪر ۽ زندگيءَ جي ڪجهہ مرحلن جا عڪس مان پنهنجن لکڻين ۾ ڪنهن نہ ڪنهن هنڌ پڙهندڙن آڏو پيش ڪندو آهيان ڪڏهن شاعري جي روپ ۾ تہ ڪڏهن مضمونن ۽ ڪهاڻين جي روپ ۾، اوهان جي انهن بابت ڪهڙي راءِ آهي، جيڪا بہ آهي اها سرِ تسليم خم آهي.

منهنجو هي ڪهاڻين جو مجموعو "ڪارو چشمو" سماج ۾ رونما ٿيندڙ واقعن ۽ حقيقتن تي مبني آهي جيڪي مون ۾ منهنجي اندر واري انسان ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي تنهنڪري لفظن جو روپ ۽ مختلف عنوان ڏئي ڪهاڻي ۽ افسانوي طور پيش ڪيو آهي. هن ڪهاڻين مان ڪي ڪهاڻيون ڪجهہ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن جن بابت پڙهندڙن پڻ پنهنجن راين کان آگاهہ ڪيو آهي، آءٌ سندن راين ۽ هدايتن کي اڪثر نظر ۾ رکندو آهيان ۽ عمل پيرا بہ ٿيندو آهيان.

منهنجي ڪهاڻين جا ڪردار هن معاشري جا سچا پچا ۽ حقيقي ڪردار آهن جيڪي منهنجي اردگرد اڄ بہ موجود آهن جيئن "سڪون جي ڳولا ۾" پوڙهي عورت، "سياڻن جي دنيا ۾" ڇري عورت، "جيون هڪ تماشو" فقيرياڻي، "مون ياڻئيان مزمان" جا پنندڙ ٽڳ، "ڪاري چشمي" وارو پيرصاحب، "پڇتاءَ" وارو سليم، "پڳل گلاس" وارو ڇوڪرو، وياجي صاحب" وارو قربان علي وغيره جهڙا ڪردار اڄ بہ اکين سان ڏسندو رهندو

آهيان.

منهنجي جهوليءَ ۾ جيڪي ڪاوا ڪچ آهن اوهان کي "آڇيندي لڄ مران ٿو". منهجون ڪهاڻيون سٺيون آهن، خراب آهن ان بابت تڏهن صحيح خبر پوندي جڏهن اوهان پڙهندڙ پنهنجي راءِ کان آگاهي ڏيندؤ جنهن جو بيحد اوسيئڙو رهندو.

مان بيحد ٿورائتو آهيان "ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻي" جي اراڪين جو جن هي ڪتاب ڇپارائي اوهان تائين پهچايو آهي.

"ٿورا نہ ٿورا مون ٿَي ماروئڙن جا".

**رجب آزاد سولنگي**
گهر نمبر 48 هائوسنگ سوسائٽي
لڳ او پي ايف پبلڪ اسڪول دادو.

# مهاڳ

رجب آزاد سولنگي ڏاڍو پيارو ، خوش مزاج، ملنسار ۽ محبتي ماڻهو آهي. ساڻس ڳچ وقت کان دوستاڻو سٻنڌ رهندو آيو آهي. مک تي هميشه مرڪ سجائي هلڻ وارو هي ساڃاهه وند شخص بنيادي طور شاعر آهي.هن مضمون نويسي ۾ پڻ طبع آزمائي ڪئي آهي پر هاڻ ڪهاڻي جي ميدان ۾ رنڊا روڙڻ شروع ڪيا اٿائين. سندس ڪهاڻين تي نظر وجهڻ ۽ تنقيدي ڇيد ڪرڻ کان اڳ ۾ اهو ويچارڻ اهم آهي ته ڪهاڻي ڇا آهي!؟ ڪهاڻي معنيٰ آهي ڪجهه "ڪهڻ يا چوڻ". زندگي بابت ڪجهه چوڻ يا پنهنجي پرپور تاثراتي فڪشن يعني اهڙي غير حقيقي ڳالهه جنهن جو تعلق زندگي جي نسبت سان ڪنهن نه ڪنهن سماجي حقيقت سان هجي. اهڙو واقعو جيڪو سماجي حقيقتن تي ٻڌل هجي ۽ ممڪنات جي پلصراط پار ڪندي زندگي جي هڪ پهلوءَ تي روشني وجهي ۽ ڪو پرپور تاثر ڇڏي ان هوندي به ڪهاڻي، آڪهاڻي جي وچ ۾ فني پيچيدگين جي حوالي سان سنڌوڪيڙي يا ڪا مقرر وصف بيان ڪرڻ نهايت مشڪل ڪم آهي.اِج تائين ڪنهن به ليکڪ،ادبي نقاد ۽ ڪهاڻي جي فن جي ڄاڻو ڪابه قطعي راءِ يا ڪو خاڪو مقرر نه ڪيو آهي. ڏيهي توڙي پرڏيهي ادبي عالمن پنهنجي پنهنجي سوچ فڪر، ادراڪ ۾ سماجي ۽ زندگي جي مطالعي، مشاهدي ۽ ڪامياب فني تجربي جي ڏيِ تي ڪهاڻي جي وصف، هيئت، اسلوب يا فني سٽاءَ بابت راءِ زني پئي ڪئي آهي.

ڪهاڻي جو تعلق واقعاتي لحاظ کان سنئون سڌو زندگي سان جهتيل سماجي حقيقتن سان آهي، ڪهاڻي ۾ ڪنهن هڪ واقعي جي تاڃي پيٽي ۾ ڪو هڪ مک ڪردار، ضمني ڪردار ۽ واقعن جي سهاري چرپر ڪندي ڪنهن سماجي ڪارج تحت چرڪائيندڙ عروج (Climax) کي رسي پڄاڻي تي پهچندو ۽ ڪونه ڪو پيغام پڙهندڙن لاءِ منتقل ڪندو آهي، انهي حوالي سان ڪن ليکڪن کي ڪهاڻي ڪنهن هڪ واقعي جي پرڪشش تصوير نظر آئي ته ڪن ڪهاڻي کي زندگي جي قريب تر سمجهندي ڪهاڻي ۾ زندگي

جي ڪنهن هڪ پهلو، جذبي يا خيال کي اجاگر ڪرڻ تي زور ڏنو آهي.
جيڪڏهن ڪهاڻي کي ڪنهن واقعي جي آئيني ۾ زندگي جي ڪنهن رخ يا قدر جو اولڙو يا عڪس چئجي ته ڪهاڻي جي مڪمل وصف نه ٿي ٿي سگهي، ائين نه آهي ته پوءِ نيٺ ڪهاڻي جي مڪمل وصف ڪهڙي ٿي سگهي ٿي؟ انهي سوال جو جواب جهڙوڪر ناممڪن آهي جو ته هر ليکڪ کي پنهنجي سماجي مشاهدي ۽ زندگي جي مطالعي جي روشني ۾ جيئن محسوس ٿيو تيئن ڪهاڻي بابت پنهنجو خيال پيش ڪيو، هڪڙن ڪهاڻي کي ڪنهن هڪ واقعي جي تنقيد ڪوٺيو ته ٻين ڪهاڻي کي زندگي سمجهيو. ڪن کي وري ڪهاڻي انسان تي گذري ويل وقت جو ٻيو نالو نظر آئي، ڪن کي وري ڪهاڻي زندگي جو حصو يا ٽڪرو محسوس ٿي کي ته وري هن راءِ جا آهن ته ڪهاڻي زندگي جو نقل نه پر زندگي جي ٻهلو جي هڪ تصوير آهي، مطلب ته سماجي حقيقتن، واقعن ۽ زندگي جي وارتائن ۽ گوناگون لاڙن جي جاڻ آهر هر ليکڪ پنهنجو پنهنجو موقف پيش ڪندي ڪهاڻي بابت اظهار ڪيو آهي.
ڪهاڻي سرجڻ لاءِ سماجي ۽ سماجي حقيقتن، زندگي ۽ زندگي جي انيڪ رُخن جي ڳوڙهي اڀياس جو وڏو ڪپ هوندو آهي. گهري مطالعي ۽ وسيع مشاهدي جي نتيجي ۾ ئي شاهڪار ڪهاڻي خلقي سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ ته ڪهاڻي بذات خود سماج ۽ زندگي ٻنهي جي تشريح ۽ تنقيد جو نرالو نمونو هوندي آهي، جهڙي ريت ڪهاڻي ڇا آهي!؟ وارو ڪنهن مخصوص سوال يا مقرر جواب جي تلاش ۾ اڄ به قائم آهي تهڙي ريت ڪهاڻي ڪيئن لکجي ؟ ڪهاڻيءَ جون فني گهرجون ڪهڙيون آهن!؟ جهڙا سوال به ڪنهن خاص محدوديا مقرر جواب جي تلاش ۾ آهن ان جو مقصد اهو به نه آهي ته ليکڪ ڪهاڻي لکڻ وقت آزاد آهي يا ان تي ڪي مقرر فني گهرجون عائد نه ٿيون ٿين. انهيءَ جي باوجود به ڪهاڻيڪار تي ڪي فني ضابطا ۽ اصول ضرور لاڳو ٿين ٿا. ڪهاڻيڪار کي ڪهاڻيءَ جي فني سٽاءَ يا گهرجن، ڪهاڻيءَ جي اهم عنصرن ۽ ضروري ڳالهين جو خاص خيال رکڻو پوي ٿو. قصي يا آکاڻيءَ کان ڪهاڻيءَ تائين سفر ڪندي هن اهم نثري صنف جيڪي فني سقولتائون حاصل ڪيون آهن ان ۾ برک ڪهاڻيڪارن جي ذهني عرق ريزي شامل آهي، مختلف وقتن تي ڪهاڻي تجرباتي پنڌ پيچرا سر ڪندي

اڄ جنهن اسلوب جي حد کي پهچي آهي، ان ۾ ليکڪن ۽ ادبي ماهرن جي وسيع مطالعي مشاهدي ۽ ڪامياب تجربن جو عمل دخل آهي. مختلف ليکڪن پرک پرجهه ۽ پروڙ جي سگهه تحت مختلف اسلوب اختيار ڪيا آهن ۽ ڪهاڻيءَ جي فن بابت فني معيار، اهم عنصر واضح ڪيا ۽ انهن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ڌيان ڏيڻ تي زور ڏنو آهي.

ڪهاڻي جي اختصار کي ڪهاڻي جو اهم جز ڄاڻائيندي ڪن ادبي نقادن ٻڌايو ته ڪهاڻي اهڙو تاثر پيريو داستان آهي جيڪو هڪ ئي ويهڪ ۾ پڙهي پورو ڪجي. محض زندگي جي مصروفيتن ۽ وقت جي قلت کي ذهن ۾ رکندي چيو ويو ته ڪابه ڳالهه جيڪا پندرهن يا ويهه منٽن ۾ پڙهي پوري ڪري سگهجي بهرحال اختصار ڪهاڻي جو اهم جز آهي ڄاڪاڻ ته اجائي ڊيگهه ڪهاڻي جي پرپوريت ۽ ڪماليت کي ڪمزور ڪري ڇڏي ٿي.

سماجي بيهڪ ۾ جهڙي طرح زندگي جا اڻ ڳڻيا مسئلا ٿين ٿا تهڙي طرح زندگي جي حوالي سان ڪهاڻيءَ جا به بيشمار موضوع ٿين ٿا. موضوع ڪهاڻي جي جان هوندو آهي ڪهاڻي ۾ نئين ۽ انوکي موضوع جي چونڊ به فني گهرجن جي تقاضا آهي، اڇوتو موضوع ڪهاڻي کي سگهارو بنائي ٿو. زندگي جي تلخ تجربن ۽ سماجي حقيقتن جي ڄاڻ جي آڌار تي موضوع جي نرالي چونڊ ڪرڻ گهرجي موضوع جي بهتر چونڊ، بهترين ڪهاڻي جي ضمانت آهي. ڪهاڻي جا موضوع سماجي حقيقتن جي هم آهنگ ۽ زندگي سان سلهاڙيل هئڻ کپن. اهم سماجي مسئلا ۽ زندگي جا مامرا ڪهاڻي جا موضوع ٿي سگهن ٿا، پيار، محبت، اقتصادي ۽ معاشي گهوٽالا، اخلاقيات، امن، وحشت، جنون، آجپو، رسم ۽ رواج، خواهشون، ذهني مونجهارا ۽ ٻيا اهڙا ڪوڙ معاملا موضوع طور چونڊي سگهجن ٿا.

واقعو ڪهاڻي جو بنياد آهي. واقعاتي عنصر ۽ تجسس جي حوالي سان ادبي نقادن موجب ڪهاڻي شين کي پيش ايندڙ پرپور واقعن ۽ حادثن، اچانڪ تبديلين ۽ غير متوقع صورتحال جو رڪارڊ آهي، جيڪا تجسس منجهان گذرندي، ڪو مطمئن فيصلو ڏيندي نقطه عروج (Climax) تي پهچڻ گهرجي، هن سلسلي ۾ اها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته واقعي جي چونڊ ۽ ان جو تعين نهايت اهم آهي. جيڪڏهن ڪنهن هڪ مک واقعي سان ڪي ننڍا يا ضمني واقعا يا حادثا سلهاڙجن ته اهي پورو

ضبط ۽ تسلسل سان مک واقعي سان وقت سر ملن ۽ نقطہ عروج ڏانهن رڙهن. تجسس ۽ حيراني جي باوجود بہ ڪنهن مونجهاري جو شڪار نہ ٿين پر ڪو واضع مقصد سميٽي نتيجي تي پهچن. واقعا يا حادثا. وقت جاءِ ۽ عمل جي ربط سان پيش اچڻ گهرجن. وقت ۽ جاءِ کان اڳ يا پوءِ رونما نہ ٿيڻ گهرجن. انهن جي ڊرائيپ يا تيزي ڪهاڻي جي فني سٽاءُ کي ضربي سگهي ٿي.

ڪهاڻي ۾ ٻولي جي لفظن جي تز استعمال کي نظرانداز ڪرڻ بہ ڪهاڻي ۾ ڪمزوري پيدا ڪري ٿو. لفظن جي درست، موزون ۽ خبرداري سان استعمال ۽ خيال، موضوع، مقصد ۽ لفظن ۾ هم آهنگي اشد ضروري هوندي آهي ڪهاڻي جي سموري ترتيب ۽ ۾ اهڙو ڪوبہ لفظ ڪم آڻڻ نہ گهرجي جيڪو سڌي يا اڻ سڌي طرح خيال يا لاڙي جي مقرر خاڪي کان ٻاهر هجي. ڪهاڻي ۾ خوبصورت، پرڪشش ۽ پُر تاثر ٻولي جو استعمال ڪامياب ڪهاڻي جي نشاني آهي. ڪامياب ڪهاڻيڪار ماحول، پسمنظر پيش نظر، ڪردارن جي نفسيات ۽ انهن جي ذهني پهچ يا سطح موجب لفظن جو استعمال ڪندو آهي. سندس ٻولي ڪنهن هاري، مزدور، دانشور يا ڪنهن ٻئي ڪردار جي سوچ، چاڻ شعوري سگهہ يا انهن جي ماحول جي وجهہ وٺان هوندي آهي. ڪهاڻي ۾ ڪو عام ڪردار جيڪڏهن ڪنهن فلسفي جو ڏيک ڏيندو يا پنهنجي ذهني پهچ کان وڌيڪ خيال پيش ڪندي لفظن جو استعمال ڪندو تہ اهو ڪهاڻي جي عيب ۾ شمار ٿيندو.

لفظن جو نيڪ استعمال خبرداري سان ڪرڻ ۾ ڪهاڻي جي ڪاميابي جو راز سمايل آهي تہ اظهار ۾ پرپوريت کي پڻ ڪهاڻي لاءِ اهم ليکيو ويو آهي. ڪهاڻي ۾ اظهار جي شدت تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو آهي. ڪهاڻي آهي ( ڪهڻ) چوڻ جيڪا انتهائي زوردار تاثر يا ادراڪ مان ڦٽي نڪري يعني ان جو اظهار ساموندي طوفان وانگر اُچل ڏئي لفظن جي لهرن ۽ لڪيرن سان زندگي بابت خيال جو خاڪو جوڙي وٺي. هڪ ڳالهہ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ موضوع تحت اظهار خيال ڪندي ليکڪ کي پرچارڪ کان وڌيڪ حقيقت پسندي کان ڪم وٺڻ کپي. اظهار تبليغ جو محتاج نہ هوندو آهي. ڪن اعليٰ آدرشن ۽ نظرين سان ويجهڙائپ هوندي بہ اظهار نعري بازي جو شڪار نہ ٿئي پر حقيقت پسندي جي شاهہ راهہ تان گذرڻ کپي.

ڪهاڻي جي هيئت ۾ تي جزا بيان ڪيا ويا آهن. شروعات،

عروج ۽ پڄاڻي. انهي ترتيب کي ڪهاڻي جو فني سٽاءُ چاڻايو ويو آهي جنهن موجب ڪهاڻي ابتدا، انتها (Climax) ۽ پڄاڻي تي مشتمل مڪمل فني تخليق آهي. هن ترتيب موجب ڪهاڻي جو واقعو هڪ نڪتي کان شروع ٿي مقصد موقعي يا ماحول جي نسبت سان عروج کي رسي ڪو مثبت نتيجو منتقل ڪري يا پهچائي ڪهاڻي پڄاڻي تي پهچي ٿي.

ڪهاڻي ۾ بيان جو انداز ۽ اسلوب به اهميت لائق آهي. بيانيہ يا مڪالماتي اظهار ٻئي ڪهاڻي جي جان هوندا آهن. ٿڌ، مختصر ۽ جاندار مڪالمہ ڪهاڻي جي خوبصورتي ۽ پرپوريت کي وڌائن ٿا. انداز بيان ئي ڪردار نگاري، سيرت نگاري ۽ پسمنظر نگاري کي اجاگر ڪندو آهي ۽ زندگي جي ڪنهن هڪ پهلو جي ذڪر سان زندگي جي اجتماعي عڪاسي جو مظهر بڻجي ٿو. انداز بيان ڪهاڻي جي بهترين خوبي آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪهاڻي زندگي بابت هڪ خيال جي ڪٿا هئڻ جي باوجود اجتماعي زندگي جو اولڙو آهي. اها ڪٿا ڪيئن، ڪٿان ۽ ڪهڙي به زاويي کان شروع ڪجي مگر انداز بيان ۽ ۽ اظهار خيال منجهان زندگي جو جامع تاثر ملڻ گهرجي.

ڪهاڻي ۾ پلاٽ اهم جڳهہ والاري ٿو. ڪهاڻي جو پلاٽ اهڙي تاڃي پيٽي کي چئي سگهجي ٿو جنهن ۾ واقعن ۽ حادثن جي اهڙي نموني اڻت ٿيل هوندي آهي جو انهي ۾ ڪردار ۽ مقصد جي حوالي سان زمان ۽ مڪان جي ربط ۽ تسلسل سان چرپر ڪندا آهن. بهتر پلاٽ بهترين ڪهاڻي جي نشاني آهي. سگهارو پلاٽ سگهاري ڪهاڻي جو باعث بڻجي ٿو ۽ ڪمزور پلاٽ ڪهاڻي جي وڏي ڪمزوري ليکي سگهجي ٿي تنهنڪري پلاٽ جو خوبصورت تعين، ڪامياب ڪهاڻي لاءِ نهايت اهم آهي. ڪهاڻي ۾ ڪردار نگاري جو به وڏو عمل دخل آهي. مناسب ۽ ماحول پٽاندڙ ڪردار نگاري ڪهاڻي جي پرپوريت کي اجاگر ڪري ٿي. ڪهاڻي تخليقي ۽ ذهني ونڊ وارو ادبي پورهيو آهي. ڪهاڻي جا ڪردار زندگي جي هو بہو تصوير ڪشي ڪندي تخليق ڪيا ويندا آهن ۽ انهن کي پيش ايندڙ واقعا، خيال، حادثا بہ سماجي حقيقتن جي آئيني ۾ نظر ايندا آهن. ان ڪري ڪردار نگاري ۾ حقيقت پٽاندر جان پيدا ڪري سگهبي آهي. ڪردار جا عمل، اطوار ممڪن ۽ وسهڻ جوڳا هئڻ کپن تہ واقعو ۽ سلهاڙيل ضمني واقعا بہ اهڙا شامل هئڻ گهرجن جيڪي قابل قبول هجن. اڄوڪي ڪهاڻي جي تقاضا آهي تہ ڪهاڻي

جا ڪردار فطرت جي رحم و ڪرم تي گهٽ، سماجي حقيقت جي لڳ ڀڳ هئڻ ڪپن، مافوق الفطرت ڪردار يا حادثا اچوڪي ڪهاڻي هرگز قبول نہ ڪندي. اهو عمل دراصل حقيقت نگاري وسيلي ئي ممڪن آهي. سماجي حقيقتن جي پيش نظر ئي ڪهاڻي زندگي جي صحيح عڪاسي بڻبي آهي. واقعو يا خيال حقيقتن تي بہ مبني نہ هجي پر جڏهن ويچارجي تہ حقيقي، ممڪن يا يقين جوڳو لڳي. هڪ حقيقت نگاري جنهن ۾ جيئڻ جو تيئڻ سماجي قدرن ۽ سماجي ماحول موجب پيش ايندڙ واقعا يا خيال ڪهاڻي جي فني لوازمات پورا ڪندي پيش ڪيو ويندو آهي ۽ ٻي سماجي حقيقت نگاري ٿئي جنهن وسيلي ڪو واقعو، ڪردار يا خيال زندگي بابت ڪنهن سماجي اصلاح واري مثبت لاڀ يا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ موڙي ڪا ترغيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. واقعو اهڙي ريت بيان ڪيو ويندو آهي جو ان جي دائري ۾ ڪردار ذهني طور سماجي اوڻائي جي لحاظ کان زندگي جي پهلو ۾ مثبت تبديلي آڻڻ لاءِ چرپر ڪندو آهي. ايئن چئجي تہ ان ۾ ليکڪ پاران شعوري طور ڪو نہ ڪو اهم مقصد حاصل ڪرڻ يا حالتن مطابق متوقع اصلاح آڻڻ جي ڪوشش هوندي آهي. سماجي طور ڪنهن ڪمزور يا مظلوم ماڻهو، چاهي اها عورت چو نہ هجي ان جو ڪنهن ڏاڍي مضبوط ماڻهو سان مهاڏو اٽڪائي، ذڪر ڪيل مسئلي تحت ان ڪردار جي سوڀ ظاهر ڪرڻ جهڙي ڪردار نگاري سماجي حقيقت نگاري جي زمري ۾ اچي ٿي. سماجي حقيقت نگاري مهل اهو وسارڻ نہ گهرجي تہ واقعو ماحول ۽ ڪردار جي چرپر ممڪن هجي، سماجي حقيقت نگاري کان ڪم وٺڻ وقت، ڪٿا، عمل ۽ اظهار لاءِ جڙيل ماحول اعتبار جوڳو هجي ڇو تہ ڪهاڻي جو واسطو سماجي ۽ زندگي جي اٽل حقيقت سان آهي. اچوڪي ڪهاڻي ۾ سماجي حقيقت نگاري کي اوليت موجب ڪردار جي نفسيات، سوچ، ڪاوڙ ڏک، غم ۽ خوشي جي ڪيفيت جو خاڪو جوڙڻ ڪهاڻي جي ڪماليت چئبي. خيال يا مقصد جو اجتماعي طرح سماج ۽ زندگي سان سٻنڌ هجي. مسئلو زندگي سان تعلق رکندڙ خارجي هجي يا داخلي ڪو اصلاحي نتيجو اخذ ڪري پڙهندڙن ڏانهن موثر نموني منتقل ڪرڻ اهم هوندو آهي. وڏيڪ ليکڪ تي ڇڏيل آهي تہ هو ڪهڙي مهارت سان ڪهاڻي جي فني گهرجن جو پوراٺو ڪري ٿو ۽ ڪهڙو اسلوب اختيار ڪري ٿو. ضروري نہ آهي تہ هر ڪهاڻي شروعات کان عروج

(Climax) عروج کان ٿيندي پڇاڙي تي پهچي. ڪهاڻي عروج کان شروعات پوءِ پڇاڙي ڏانهن ارتقا ڪري سگهي ٿي. ڪڏهن ته واقعي جي نسبت سان ڪٿا اڌ مان شروع ڪري پلاٽ جي تاڃي پيٽي ۾ ڪردارن جي چرپر وسيلي زندگي جي هڪ لاڙي جي تصوير ڪشي ڪندي عروج تي ڪهاڻي چڙهي سگهجي ٿي. ڪا ڪهاڻي پڇاڙي کان ڪٿائي منزلون طئي ڪندي، شروعات کان ٿيندي عروج تي رسندي آهي پر ڪهاڻي جي اصل مقصد پيش ڪيل خيال پٽاندڙ ڪا مثبت تنقيد يا اصلاح آهي.

پراڻي ڪهاڻي جي ڀيٽ ۾ اڄوڪي ڪهاڻي فني تقاضن جي حوالي کان مختلف نموني سرجي پئي وڃي. اڄوڪي ڪهاڻي حقيقت جي نهايت ويجهو آهي، ڪهاڻي ۾ پيش ڪيل خيال ۽ واقعاتي حقيقتن جي حوالي سان اڄ جو پڙهندڙ به بذاتِ خود وڏو نقاد آهي جيڪو معمولي غير حقيقي ڳالهه تي به وسهڻ لاءِ ويچاري ٿو. ان ڪري اڄوڪي ڪهاڻيڪار کي به انهي لحاظ کان ڪهاڻي ۾ برتو خيال يا واقعي جي بجاءِ ويچاري پوءِ خيال يا واقعا سمائي ٿو. بهرحال ڪنهن آکاڻي، تاثر ۽ ڪهاڻي ۾ فرق هئڻ گهرجي، اڄوڪي ڪهاڻي تي صحافتي ۽ ڪمينٽري وارو اثر به نظر اچي ٿو جنهن کان پاسو ڪرڻ گهرجي. ڪهاڻي واقعي يا خيال تحت ڪنهن ڪردار بابت ڪمينٽري نه آهي ۽ نه وري زندگي جي ڪنهن حادثي يا مسئلي جي باري ۾ صحافتي رپورٽ ٿئي ٿي، اهو ئي سبب آهي جو ڪهاڻي سرجڻ واري عمل جي خاتمي ۽ ڪهاڻي کي گولي لڳڻ جهڙي مفروضن جون دعوائون ٿي رهيون آهن. انهي ڏس ۾ ڪهاڻيڪار لاءِ ضروري آهي ته وٽس سماج ۽ زندگي جي ڪشادي ڄاڻ کان علاوه ڪهاڻي جي فن تي عبور حاصل ڪري قلم کي جنبش ۾ آڻي ته سگهاري ڪهاڻي جي فقدان واري پڙهي کي ٻنجو اچي وڃي.

مٿين بحث کان پوءِ دوست رجب آزاد سولنگي جي ڪهاڻين جي جائزي وٺڻ سان معلوم ٿيندو ته ڪهاڻي جي فن بابت، ڄاڻ، سماجي حقيقتن، زندگي جي پهلوئن ۽ ٻولي جي اپياس آهر ڪوشش ڪيل آهي.

سندس اڪثر ڪهاڻين جا موضوع دلچسپ، نرالا ۽ اتل سماجي حقيقتن جو مظهر آهن ته ڪردار جيئرا جاڳندا ۽ سماجي حقيقتن پٽاندڙ چرندڙ پرندڙ آهن. خاص طور پيگل گلاس، مون پانيان مزمان، پڇتاءُ، مطلبي ماڻهو، زندگي هڪ تماشو، اندر ۾ ابليس جا موضوع اڇوتا ۽ فڪر

لائق آهن. پر ڪن ڪهاڻين ۾ موضوع جي حوالي سان سماجي حقيقت نگاري
ڪان ڪم ولندي مثبت پيغام رنساني جي ڪوشش ڪئي وڃي ها تہ بهتر
هو. ليڪڪ ڪن ڪهاڻين ۾ واقعي يا مضمون جي بهتر چوند جي باوجود بہ
ڪردار کي سماجي حقيقت جي پيش نظر جيئن جو تيئن ڇڏي ڏنو آهي. مثال
طور ڪهاڻي ٻيگل گلاس جي موضوع موجب ڪردار کي ذهني طور مثبت
سوچ، عمل نتيجي يا پيغام ڏانهن موڙي مذڪوره سماجي اوڻائي کي ننڍڻ
وارو ڀرپور تاثر ڇڏي وڃي ها تہ شاهڪار ڪهاڻي ليکي وڃي ها. ليڪڪ کي
ڪهاڻين ۾ انداز بيان، اظهار جي شدت ۽ ٻولي جي ڀرپوريت وارين ڳالهين تي
خاص خيال ڏيڻ گهرجي. اڪثر ڪهاڻيون اختصار واري خوبي جي عين مطابق
سرجيل آهن. ڪن ڪتائن ۾ سفر نامي يا ڊائري جي ورق جي جهلڪ نظر
اچي ٿي. سندس سمورين ڪهاڻين ۾ زندگي جي لاڙن، سماجي اوڻاين ۽
فضول رسمن جي نشاندهي ڪيل آهي ۽ ڪردارن جي مسئلن ۽ مامرن جي
نسبت سان سبق آميز نتيجي اخذ ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي. ڪهاڻين ۾
جهڙي طرح موضوع جي چوند، واقعي ۽ ڪٿا تي گهڻو زور ڏنل آهي تهڙي
طرح ٻين فني گهرجن ڏانهن بہ ڌيان ڏيڻ جي گنجائش موجود آهي. ڪهاڻي
پهاج ۾ ڪافي حد تائين فني گهرجن جو خيال رکيو ويو آهي پر مڪالمن کي
خيال ۽ مقصد تحت ٽڙ ۽ پُر تاثر بڻايو وڃي ها. هونئن بہ دوست رجب آزاد
کي ڪهاڻين جي فن ڏانهن ڌيان ڏرڻ جي ضرورت آهي. اميد تہ منهنجي عرض
جي آرسي ۾ حقيقتن جا اولڙا لڪائي ونندو.

**عزيز ڪنگراڻي**
جوهي. 28 مئي 1999ع.

# سياڻن جي دنيا ۾

مارڪيٽ روڊ تي ٽرئفڪ جام آهي. اڳيان جاءِ ڍَهڻ سبب رستو مَلبي سان ڀريل آهي. ڀڻ ڏينهن کان ان جاءِ تي ٽرئفڪ جام ٿيندي رهي ٿي. جيڪا جاءِ ڊاهي اٿن اها شهر جي اهم سياسي شخصيت جي آهي. مَلبي هٽائڻ جي ميونسپل ڪميٽيءَ وارن کي بہ همت نہ ٿي ٿئي، نہ ئي وري ڪير ان شخصيت کي مَلبي کڻائڻ لاءِ چئي سگهي ٿو. هر ڪنهن جا چپ سبيل آهن.

رستي تان هر هڪ لنگهندڙ ماڻهو ڏاڍي تڪليف سان گذري ٿو. پر زبان بند هئڻ سبب چهري ذريعي تڪليف جو تاثر ڏيندو گذرندو رهي ٿو ۽ دل ئي دل ۾ ان شخصيت کي بُرو ڀلو پڻ چوندو گذري وڃي ٿو. ڀہ رڪشا ۽ هڪ ٽانگو رستي جي ناهموار هئڻ سبب اُٿلي پيا آهن جنهن جي نتيجي ۾ ڪجهہ ماڻهو پنهنجا عضوا بہ ناڪاره ڪرائي ويٺا آهن.

اڄ ٽيون ڏينهن آهي، وري ٽريفڪ جام آهي.. ملبو پنهنجي جاءِ تان ترجيترو بہ نہ هٽيو آهي، رازا ۽ مزدور ڪم ڪري رهيا آهن، اها اهم شخصيت جيڪا جاءِ ٺهرائي رهي آهي سا رازن کي نقشوڏيڪاري ماپ ڪرائي رهي آهي، مان مهراڻ ٽيلرز تي پنهنجي سلائي مشين کي تيل ڏئي صاف ڪري رهيو آهيان، ۽ ماڻهن جي پريشاني ۽ تڪليف ڏسي ذهني اذيت محسوس ڪري رهيو آهيان. اندر جو آزاد انسان اندر مان اڌما ڪائي ٻاهر نڪرڻ جو سوچي ٿو. ليڪن سچ چوڻ جي همت نہ ساريندي خاموش ٿي وڃي ٿو. چهري تي بيوسيءَ جا آثار. ماڻهن جو شور گاڏين جي هارونن جا آواز. ٽريفڪ سپاهيءَ جي سيٽي ۽ اشارن جي هڻ هٽان. آفيس ويندڙ ڪامورا بي وس. اسڪولي ٻار ۽ استاد ليٽ سبب پريشان.. گاڏين ٽانگن ۽ رڪشن جي وڏي قطار جي پويان ايڏي ايمبولنس جي ايمرجنسي بتي ۽ هارون جو

مسلسل آواز. اوچتو هڪ چري نروار ٿئي ٿي. ۽ چوي ٿي ته:

”شرم ڪر. خدا جو خوف ڪونهي تو کي، ڪو ماڻهو مري وڃي ته ڪيڏو نه ڏوهه ٿيندئي، مان چوانءِ ٿي ته هينئر جو هينئر مٽي ڪٺاءِ. نمازي آهين. ماڻهن جو همدرد آهين. اها آهي تنهنجي همدردي. بي حيا. ۾ پئسا آيا اٿئي ته معتبر ٿي ويو آهين“.

چري پيا به بدشد الفاظ ڳالهائي رهي هئي ۽ گاريون گند به ڏئي رهي هئي. ان وقت منهنجي منهن تي خوشيءَ واري مرڪ هئي، ڇو ته جيڪو ڪم اسان سياڻن کي ڪرڻ ڪپندو هو، سو هڪ چريءَ ڪري ڏيکاريو. ماڻهو حيرت وچان چريءَ کي ڏسي رهيا هئا ۽ اها اهم شخصيت ڦڪائيءَ وچان ڏند ڪڍي رهي هئي.. ڪلاڪ ڏيڍ ۾ ملبو صاف ٿي ويو هو.

# ايــمـبــولــنـــس

رات ڪاري چادر اوڙهي سڄي جهان کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ورتو هو. پنهل ننڊ جي انتظار ۾ بستري تي ليٽيل هو، سندس ڇهن سالن جي ڌيءُ راڻي سندس پرسان ويٺي هئي ۽ ساڻس ڳالهائي رهي هئي ۽ پنهنجي ماءُ جي شڪايت ڪري رهي هئي.

"بابا اڄ رانديڪا کپڻ آيا هئا. ايبولس (ايمبولنس) مون کي ڏاڍي وڻي پئي پر امان نہ وٺي ڏني". راڻي چيو.

"ها پٽ توکي نہ وٺي ڏنائين نيڪ آ مان توکي سڀاڻي اصلي ايمبولنس وٺي ڏيندس". پڻس چيو.

"ڪالهہ مائيءَ کان گڏي وٺي ڏني هئي مانس. ايترا کي ڏوڪڙ رکيا آهن ڇا؟". ماڻس چيو.

"يار آ. مڙئي خير ناراض نہ ٿي. هن کي ڪهڙي خبر اسان جي حالت جي". پنهل چيو.

"ساڄن جو بخار مس مس لٿو آهي، تہ وري ڳل ڪٿ سڄي پيو آهي". گهرواريءَ پنهل کي ٻڌايو.

"الله خير ڪندو. هڪ بيروزگاري پيو مائٽن اميد ڏسڻ لاءِ شادي ڪرائي، دل تي چوي تہ پاڻ کي ماري رکان".

"مرن تنهنجا دشمن، نماشام مهل اها وائي تہ نہ ڪڍ، زندگي ختم ڪرڻ سان مسئلا حل ٿي ويندا؟. توکي نوڪري ملندي. اسان سڪيو ٽڪر کائيندا سين، محنت مردن جو مَرَڪ آهي پنهل. الله بکيو اٿاريندو ضرور آهي، پر بکيو سمهاريندو ڪونهي". جوڻس ڳالهہ ڪٽيندي چيو.

"چوين تہ سچ ٿي... ڏٺي خير ڪندو. سمهي رهہ". پنهل زال کي چيو.

پنهل جي زال پنهنجي ننڍڙي پٽ گل سان ليٽي پوي ٿي. پنهل ڪي ننڊ نہ ٿي اچي ۽ هو ڪجهہ سوچيندو رهي ٿو ۽ پاسا بہ ورائيندو رهي ٿو. پنهل جي گهرواري جي اجا اک اک سان ئي مس لڳي تہ گل روئي اٿي ٿو. ۽ شانل چپ ڪرائڻ لاءِ ان کي پنهنجي ڇاتين سان لائي ٿي. هوءَ پنهل جي آنڊ مانڊ کي محسوس ڪندي کيس زورن ڏيڻ لاءِ چوي ٿي.. پنهل انڪار ڪري ٿو.. پوءِ ننڊ جي ديوي خبر ناهي پنهل کي ڪيڏيءَ مهل پنهنجي ڀاڪر ۾ کڻي وڃي ٿي.

فجر جي آذان مهل شانل هن لاءِ ناشتو تيار ڪرڻ لاءِ اٿي ٿي، پنهل بہ بسترو ڇڏي ڏندڻ پاڻيءَ کي لڳي وڃي ٿو. ناشتي ڪرڻ کانپوءِ هو پنهنجي ننڍ پيل ٻارن کي شفقت وچان ڇهي ٿو ۽ چميون ڀڻ ڏئي ٿو، منهجهند لاءِ ماني (جنهن ۾ پٽاٽا تريل ۽ بہ ڊبڙ ماني جا) رومال ۾ ٻڌي هٿ ۾ ڪري ٿو ۽ حيرانگيءَ مان پنهنجن ٻارن ۽ گهر واريءَ کي ڏسندو مزدوريءَ لاءِ پڙيءَ تي اچي ٿو. هڪ رازو جيڪو هن کي تمام گهڻي عزت ڏيندو هو (ڇو تہ پنهل، بي.اي پاس پڙهيل ڳڙهيل نوجوان هو) کيس پاڻ سان ڪم تي وٺي وڃي ٿو.

جنهن جاءِ تي هو ڪم ڪري رهيا هئا ان کي ڇت پئجي رهي هئي، پنهل ڇت تي ٻين مزدورن کان ٽيٽر وٺي رهيو هو، مٿان بجليءَ جي يارهن هزار لائين لڳل آهي. گهڻي احتياط جي باوجود ٽيٽر بجليءَ جي لائين سان ٽڪر جي ٿو، زبردست ڪرنٽ لڳڻ سبب پنهل ڇت تان هيٺ ڪري ٿو. کيس فوراً اسپتال آندو وڃي ٿو. ليڪن پنهل گذاري وڃي ٿو. پنهل جي لاش کي ايمبولنس ۾ سندس گهر آندو وڃي ٿو. در تي پنهل جي ڌيءَ راڻي ايمبولنس کي ايندو ڏسي خوش ٿئي ٿي تہ بابا مون لاءِ اصلي ايمبولنس وٺي آيو آهي. جڏهن ايمبولنس مان پنهل جو لاش لهي ٿو ۽ ايمبولنس واپس وڃڻ لڳي ٿي تڏهن راڻي لڙڪن هاڻين اکين سان ايمبولنس کي حيرت وچان ڏسندي رهي ٿي..!!

# يـــزيـــد

بس ۾ تمام گهٽي رش هئي ۽ گرمي بہ تمام گهٽي هئي ڇوتہ اسان جي علائقي ۾ مئي مهيني کان وٺي جولاءِ مهيني تائين ڊرتي تامي جيان تپندڙ ۽ سج ڇٽڪ نيزي پاند بيهندو آهي، اخبارن، ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تي انساني ۽ حيواني زندگيون ضايع ٿيڻ بابت خبرون پڻ هونديون آهن، اسين بہ اهڙي ئي ٿهر جي گرميءَ ۾ انهيءَ بس ۾ سفر ڪري رهيا هئاسين، بس لاڙڪاڻي مان ڏهين وڳي نڪتي هئي ۽ نصيرآباد ۾ پوري ٻارهين وڳي پهتي هئي، دادو ۾ پهچڻ تائين بس کي اڃا وڏيڪ ٻن اڍائي ڪلاڪن جي ضرورت هئي ڇاڪاڻ تہ جنهن بہ هنڌ بيهي پئي تہ هلڻ جو نالو ئي نہ ٿي ورتائين. مونسان گڏ منهنجو دوست محمد علي بہ هو، جيڪو لاڙڪاڻي ۾ نوڪريءَ لاءِ انٽرويو ڏيڻ آيو هو. بس نصيرآباد مان هلي تہ هڪ چوڏهن پندرهن سالن جو نينگرو جنهن جي هٿن ۾ واٽر ڪولر هو ۽ ٻئي هٿ ۾ شيشي جا ٻہ گلاس هئا، هو پاڻي ٺنڊو سادو پاڻي جا هوڪا ڏئي رهيو هو، اسان بہ هن کان ٻہ گلاس پاڻيءَ جو ورتا هئا، ڇوڪر پنجاهہ پئسن ۾ في گلاس وڪرو ڪري رهيو هو. اسانجي سيٽ جي اڳيان واري سيٽ تي هڪڙو ماڻهو ويٺو هو جيڪو ڪپڙن لٽن ۾ نيڪ ناڪ پئي لڳو، تنهن هن ڇوڪري کي دڙڪا ڏيڻ شروع ڪيو: ”توهان يزيد آهيو، ڪافر آهيو جو پاڻي بہ وڪرو ٿا ڪيو. شرم ڪيو، وچي ڪو ٻيو ڌنڌو ڪيو مفت جي پاڻيءَ جا بہ ڏوڪڙ، توبہ ڪهڙو زمانو آيو آهي“.

”سائين جي توهان کي پاڻي پيئڻو آهي تہ مفت ۾ پيئو باقي دڙايو تہ نہ، پاڻي برابر مفت جو آهي، پر برف تہ پئسن جي آهي نہ“. ڇوڪر چيو.

"مونکي ڪابہ ضرورت ناهي ڏس ڪولر ساڻ کنيو تو وتان". هن شيخي ڏيکاريندي چوڪر کي چيو.

"چاچا سائين جي ايترا سخي آهيو تہ توهان ئي ماڻهن کي مفت ۾ پاڻي پياريو باقي ناراض ڇو ٿا ٿيو". چوڪر کيس چيو.

اهو ٻڌڻ کان پوءِ همراهُ چپ ٿي ويو، بس هيئر ڏامراهہ واہ تي پهتي هئي ۽ پوليس وارا چيڪنگ لاءِ چڙهي آيا هئا، پاڻي پياريندڙ چوڪر بس مان لهي ويو هو، چيڪنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ بس وري پنهنجي رفتار پڪڙي، ننڍڙن ننڍڙن ڳوٺن، واهڻ ۽ رستن تي ماڻهو لهي ۽ چڙهي رهيا هئا، بس هاڻي راڄ واہ ڪراس ڪري چڪي هئي، ميهڙ صرف پنج ڪلوميٽر مفاصلي تي هئي تہ اوچتو هڪ وڏو ڌماڪو ٿيو، بس جي رفتار گهٽجي ويئي ۽ بس روڊ کان هيٺ لهي بيهي رهي ڪلينر ڊرائيور کي رڙڪري چيو:

" استاد پويون ٽائر ھلي پيو".

"وارو ڪر ٽول وغيره ڪڍ ۽ اسپيئر ويل لاهہ تہ مٽايون". ڊرائيور چيو.

پرسان ڪابہ وسندي ڪانہ هئي سڀ ماڻهو هيٺ لٿا هئا ۽ هڪ ٻير جي وڻ هيٺان اچي گڏ ٿيا هئا باقي عورتون ويچاريون بس ۾ اندر ئي ويٺيون هيون جيڪي ٻارن جي ڪيهاٽن کي منهن ڏئي رهيون هيون، هڪ گرمي، ٻيو ڏينهن تتل، ٽيون هوا بند، چوٿون پاڻي بہ ڪونہ، سو ٻار بہ ڪيئن بس ڪن، اسان وڏن جا وات بہ صفا نڪر ٿي ويا هئا ۽ پگهر وچي ڪڙيون ورتيون هيون پگهر سڪائڻ لاءِ پنهنجي قميص جو دامن وڃڻي طور پئي استعمال ڪيوسين.

اسانجي اڳيان سيٽ وارو ماڻهو جنهن ڪجهہ وقت اڳ پاڻي وڪڻندڙ چوڪري کي ڪافر ۽ يزيد جي لقبن سان پئي ياد ڪيو تنهن ماڻهن جي مجبوريءَ مان خوب فائدو ورتو ۽ پنهنجي ڪولر مان هڪ روپئي في گلاس جي حساب سان پاڻي وڪڻڻ شروع ڪيو ۽ گلاس بہ نهايت ايمانداريءَ سان پئي پريائين.

ماڻهن کي پاڻي پياريندو هو اسانجي پرسان آيوءِ چوڻ لڳو تہ:

”سائين پاڻي پيئندؤ“.

”مان يزيد جي هٿان مفت ۾ بہ پاڻي ڪونہ ولي پيئندس“. مون چيو.
هن کي ڪاوڙ تہ ڏاڍي آئي پر هو ڪجهہ چئي نہ سگهيو، هو حقارت جي نظرن سان ڏسندو ماڻهن جي اوٽ ۾ وڃي بيهي رهيو، هن کان پنهنجو ڏنڊو ڪرڻ بہ وسري ويو ۽ هيٺ ڪنڌ ڪيو بيٺو هيو، سيئي ماڻهو سندس دانائي تي کلي کيس داد ڏيئي رهيا هئا ۽ هُو بلڪل چپ چاپ هو...!!

# پهاڄ

"پناڻي!... او!... پناڻي!". پناهيءَ پٽ مٿان منهن ڪڍندي سڏ ڪيو.
"ائي جيءُ ڪيانءِ منهنجي مٺڙي پيڻ پناهي". پناڻيءَ سڏ ورائيندي چيو ۽ پٽ پرسان رکيل اڪريءَ تي چڙهي بيٺي ۽ ڪچهري ڪرڻ لڳيون.
"ادي! ڳالهه ٻڌي اٿئي حافظ سڳوري جي". پناهيءَ چيو.
"نه ادي! ڪهڙي ڳالهه، ٻڌاءِ ڪٿي هرويرو ڳجهارتون نه ڏي". پناڻيءَ چيو.
"آئي ادي! ويچاريءَ مٿان پيريءَ ۾ پهاڄ ٿا وجهن توبهه... توبهه". پناهيءَ چيو.
"ادي! اصل ڳالهه ته ٻڌائين ئي ڪانه ٿي. ڪنهن مهل پهاڄ جي ٿي ڳالهه ڪرين ته ڪنهن مهل حافظ جي هاڻي ٻڌاءِ به ڪٿي". پناڻيءَ خفي ٿيندي چيو.
"مائي پندرهين صدي آ ڏس ته مئو پيريءَ ۾ ٿو پرڻجي". پناهيءَ چڙ ڪائيندي چيو.
"ائي جي پرڻجي ٿو ته ويچن پرڻجي ٿنهن ۾ اسان جو ڇا!". پناڻيءَ چيو.
"ادي خانو خراب خدا گلوءَ جو ڪري سٺ هزارن ۾ وسن جهڙي ڌيءُ ڪپائي اٿس سا به پوڙهي کي ڏني اٿس مئو هيروئني. ادي تون ڏس ته ڪاٿي حافظ جي عمر ڪاٿي حليمان! ائي ڪلهوڪو ڏينهن آ ويچاري سيپارو ڪٿي وٽس پڙهڻ ويندي هئي، مئو اڄي ڏاڙهيءَ ۾ خراب ٿيو آ پوٽين ۽ ڏهٽين جيڏيءَ سان ٿو پرڻجي". پناهيءَ اندر جي باهه ڪڍندي چيو.
"واقعي ادي ٿيو ته ظلم آ!، پر ٻڌ جوٽس راضي آ؟". پناڻيءَ پڇيو.
"ادي! اها ته خارون ٿي ڪائيس، ڏاڍو جهيڙو ٿي ڪريس اٿندي ويهندي هر هر، بس حافظ جو جيئڻ ئي جنجال ڪري ڇڏيو اٿس، چويس ٿي ته جهڙا

ٻُڌهہ هوءَ پائيندي اهڙا مون کي وٺي ڏيندين، جهڙا لٽا هوءَ پائيندي تهڙا مون کي بہ کپن، ساڙ کان سواءِ گاريون بہ ٿي ڏئيس، هو بہ شاديءَ جي شوق ۾ ڪجهہ نٿو چويس، ڪٿن سان ٿي گڏ ڪارائيس، چويس ٿي تہ شرم نٿو اچئي جو سٽر سالن ۾ ٿو پرڻجين، سڄو ڏينهن ٿي پٽيس، الله پنهنجو نہ ڪندئي، قبر جاءِ نہ ڏيندئي، مئا دين جا دشمن توبهہ توبهہ، هئي هئي".

پناهيءَ چيو.

"نئڙي پارڙيءَ سان مئو ڪيئن نهندو پڪر ماريو پر گلوُ جو خدا ڳاتو لاهي ويچاريءَ کي پهاج تي ڏئي ڇڏيو اٿس". پناٿيءَ چيو.

"ادي خبر ڪانهئي جو پَرُ ڏيءَ چائي هئس تہ چوي پيو تہ لَڪ مُنو تہ ڪاڏي ويو ٿي ڪو نہ؛ خوشيءَ ۾ نٿي ماپيو ڪارو ڪتو. منهنجو وس هلي تہ مئي کي ٽنگرايانس". پناهيءَ چيو.

"پناهي پلا ٻڌاءِ تہ توکي اهي ڳالهيون ڪنهن ٻڌايون". پناٿيءَ پڇيس.

"ڪالهہ شام جو پاٿي پرڻ وئي هيس سو جهيڙو هلي پيو وري پيو ڪجهہ حافظ جي ڌيءَ گڏيءَ ٻڌايو". پناهيءَ چيو.

"ادي آهي تہ نسورو ظلم ڏس تہ پنهنجي ڌيءَ ويهاريون ويٺو آهي ۽ هليو آهي شادي ڪرڻ، مائي اتي تہ شريعت ڪانهي باقي اسان غريبن کي رڳو واعظ ٻڌائيندو آهي تہ بابا ڌيون وڏيون ٿين تہ اتاري ڇڏيو بنا پيسي، پر پاڻ تہ ڌيءَ نٿو اتاري، اتلو پيسا پري سگ ورتو اٿس، چئبو تہ شريعت بہ اسان غريبن لاءِ آهي". پناهيءَ چيو.

"ادي چڱو وڃي ڪم ڪار ڪريان شام جو ويندس جيجيءَ کان تعويذ وٺڻ ڪير خراب ٿي پيو آهي. اٿي ادي تعويذ وٺڻ وينديئنءَ يا ڳالهيون ٻڌڻ؟".

پناٿي ڳالهہ ڪٽيندي طنز ڪندي چيس.

"ادي اسان جو ڇا وڃي هرڪو وڃي پاڻ ڄاڻي". ائين چوندي پناهي پٽ تان لهي وئي ۽ پناٿي بہ....

"امان جيجان خوش تہ آهين نہ منهنجي ماءُ". حافظ جي زال کي پناهيءَ

ٻُرانڙي پائيندي چيو.

"ها مائي خوش آهيان، ڀلا ڪيئن آئي آهين؟" حافظ جي زال پڇيو.

"جيجي ڪير خراب ٿي پيو آهي صفا ڀڄ، ڀڄڙ ۾ مکڻ به گهٽو ڪونه ٿو نڪري، سو امڙ تعويذ لاءِ آئي آهيان". پناهيءَ چيو.

حافظ جي زال اندر ڪمري ۾ وڃي ۽ هڪ تعويذ هٿ ۾ کڻي آئي ۽ پناهيءَ کي ڏنائين:

"هي وٽ هن کي پير جي ڀن ۾ ويڙهي چمڙي ۾ مڙهائي مانڊائي ۾ ٻڌي ڇڏ پاڻهئي ڪير صحيح ٿي ويندئي". جيجيءَ کيس چيو.

"جيجان امان تنهنجي طبيعت ته ٺيڪ آهي نه ڪجهه لٿل ٿي لڳين". پناهيءَ کانئس پڇيو.

"آئي ادي ٻُالهه ٿي نه پيچ اندر صفا رڌو پيو آهي". جيجيءَ ٿڌو ساهه ڀريندي چيو.

"امان خير ته آهي نه". پناهيءَ وري پڇيس.

"آئي ادي خير وري ڪٿي آ مئو حافظ پيريءَ ۾ منهنجي مٿان پهاڄ ٿو وجهي سياڻي شادي اٿس، مون کيس اجازت ڪونه ڏني آهي، تڏهن به شادي ڪري ٿو. چوي ٿو ته منهنجي مرضي آ مان مرد آهيان، شريعت مطابق چار شاديون ڪري سگهان ٿو، هونئن به ته مان غريب ڪونه آهيان، تون ڪير ٿيندي آهين، ترس حافظ سڳورا ڀل اها پهاڄ هتي اچي ته سهي گهٽ ته مان به ڪونه ڪندي مانس". جيجيءَ ڪاوڙجندي چيو.

"جيجي ان ۾ هن ويچاريءَ جو ڪهڙو ڏوهه؛ هڪ ته کيس مڙس پوڙهو مليو آ، پيو ته پٽس کيس ڪپايو آ، اهو مرم ٿي ويچاري کي ماريندو هوندو ويچاريءَ جي پارت اٿئي جيجان". پناهيءَ پارت ڪندي چيو.

"تنهنجو مائي ڇا وڃي، هي منهنجو گهر آ مان جيئن چاهيان تيئن ڪيان، تون تعويذ ورتو، هاڻي مک ڪڙين کي تيل". جيجيءَ پناهي کي تڙيون ڏيندي چيو.

”چڱو جيجان هلان ٿي دعا ڪجانءِ“. پناهي موڪلائيندي چيو.
”چڱو خوش هجين، آئي آ وڏڙي سمجهائڻ، سندس مٿان پهاڄ پوي ته خبر پئجي وڃيس“. پناهيءَ جي وڃڻ کان پوءِ چوڻ لڳي.

حافظ صاحب شاديءَ لاءِ اڳواٽ ئي سامان تيار ڪري ڇڏيو هو. تمام قيمتي ڪپڙا ۽ گهڻي تعداد ۾ زيور به تيار ڪرايا هئائين. اهو ان ڪري ته من ڪنوار انهن تي موهجي پوي ۽ سندس عمر طرف توجهه نه ڏئي.

حافظ صاحب جي ڄڃ شهر جي گهٽين مان هلندي پئي آئي ڪجهه عورتون ۽ مرد سندس ڄاڃي هئا. نه دهل نه شرناءِ. البته سندس هڪ شاگرد مولود ڳائيندو پئي هليو. شادي ته نه پئي لڳي ڄڻ جنازو وڃي رهيو هو. ڪنهن جي به منهن تي سرهائي ڪا نه هئي سواءِ حافظ سڳوري جي، پر رکي رکي ڪانئس به پگهر ٿي وهيو، شايد پنهنجي وڏي عمر جو احساس پيو ٿئيس يا وري ضمير ڪيس جهنجهوڙيندو هجي. نڪاح ٿيو ۽ رخصتي به ٿي، ”اسانجو پوڙهو به اڳهاٿو هليو ساهرين“.!!

حافظ صاحب پنهنجي نئين نويلي ڪنوار کي گهر وٺي آيو. ڪنوار کٽ جي مٿن ڪان ٿي ويٺي ۽ ٽيهه سيپارا پيٽ پيل حافظ سڳورو کٽ جي پيرن کان ويٺل هو ۽ سندس اک ختمي جي ماني جيان حليمان ۾ هئي.
”ڇا ٿو ڏسينس..؟“. حافظ جي وڏي زال ساڙ مان چڙندي چيو.
”هلي اڄ تون به اچي هٿ ويهه“. حافظ وڏي زال کي خوشامد طور چيو.
”ٻڍائي تي ڇڏيانءِ حافظ! متان هن سان منهنجي منهن تي سس پس ڪئي اٿئي يا وري نخرا نات ڪيا اٿئي، ۽ ها ڇوري..! تون به ٻڍي ڇڏ وڇڙڻ جي ڪوشش نه ڪجانس نه ته دوڏا ڪڍي ڇڏينديسانءِ“. حافظ جي وڏي زال ڪنوار ۽ حافظ کي ڌمڪيون ڏيندي چيو.

حليمان گهونگهٽ ۾ خاموش ويٺي هئي؛ سندس چپ چڻ ته سبيل هئا. ويچاري تقدير جي ماريل ڇا ٿي ڪري سگهي. پهرين ڏينهن ئي پهاڄ جا دڙڪا مليا هيس، هوءَ اندر ئي اندر ۾ جهڄي ۽ سسڪي رهي هئي.

"تون پريشان نہ ٿي حليمان سيڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو، هيءَ تہ چري آهي هروڀرو مٿو ٿي هڻي". حافظ چيو.

" ڇا...؟ ڇا...؟ مان چري آهيان. اٺي مُنيس ڏسو تہ سهي انڌير، پهاڄ بہ مون مٿان ۽ چري بہ مان، او ڳاڙها قرآن ڪاتي آهين؛ تون انصاف ڪر".

حافظ جي وڏي زال هٿ مٿي ڪندي چيو.

" توبهہ توبهہ منهنجا مولا ظلم تہ ڏس مان چري آهيان". حافظ جي وڏي زال ائين چوندي هلي وئي.

"حليمان! ڏس تہ وئي نہ هلي. ڀلا هاڻي تہ ڪجهہ ڳالهاءِ؛ ٻڌاءِ ڳهہ پسند آيئي؟". حافظ حليمان کان پڇو.

"ڇا ڳالهايان سائين. اتي ڀيڻ، ماءُ جا دڙڪا ۽ مارڪُٽ هت وري پهاڄ جا، بس گذارڻي آ". حليمان سڏڪندي چيو.

"سيڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو". حافظ ڪيس دلداري ڏيندي چيو.

حليمان کي هن گهر ۾ ڀي تہ ڪا بہ تڪليف ڪا نہ هئي سواءِ سس جي روپ ۾ مليل پهاڄ جي، جيڪا ڪيس اٿندي ويهندي طعنا ۽ تنڪا هڻندي هئي تڏهن بہ هوءَ خاموش رهندي هئي. حليمان حافظ جي وڏي زال جو سمورو ڪم ڪار ڪندي هئي تہ بہ ويچاريءَ کي پهاڄ جا مهڻا سهڻا پوندا هئا. هوءَ اندر ئي اندر ۾ پرندي رهندي هئي پر ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪيندي هئي. حافظ جو مٿس تمام گهڻو راض هو جيڪا ڳالهہ وڏي زال کي نہ وڻندي هئي. حليمان ۽ حافظ جي شاديءَ کي ٻہ مهينا ٿي ويا هئا.

" حليمان!... او!. حليمان! ڇو نواب ٿي وئي آهين ڇا؟ جو ولايت سج آيو آ ۽ ڊٿي پئي آهين". سڏ ڪندي ۽ دٻائيندي حافظ جي وڏي زال چيو.

" جيجي اڄ پيٽ ۾ سوُر اٿم، جيجي مان ڪو نہ بچندس. جيجي مون کان توکي ڪو ڏک هجي تہ معاف ڪجانءِ الله. آن، هَن. جيجي حافظ سائين کي گهراءِ مدرسي مان. ڏاڍي تڪليف اٿم". حليمان ڪنجهندي چيو.

"حافظ هيننر ڪو نہ ايندو باقي دوا آڻي ٿي ڏيانءِ". ايئن چئي جيجي ٻئي

ڪمري ۾ اندر هلي وئي.
" ڇا ٿي سوچين ياڳل اڄ موقعو اٿئي، ختم ڪري ڇڏ پنهنجي پهاج کي، دير نہ ڪر جلدي ختم ڪر، اهڙو موقعو وري هٿ نہ ايندئي."
"نہ، نہ هن جو ڪهڙو ڏوهہ آهي، هوءَ تہ منهنجو سڄو ڪم ڪار ڪندي آهي" جيجي ياڳل سوچيندي چيو.
"جيڪڏهن اڄ تو دير ڪئي تہ سڄي عمر پڇتائيندينءَ، ختم ڪري ڇڏ پنهنجي پهاج کي."
جيجي جيت مار دوا جي شيشيءَ جو ڍڪ کولي سوچڻ لڳي ٿي ۽ گلاس ۾ ڪجهہ دوا وجهي ڪٽي اچي حليمان کي هٿ ۾ ڏنائين.
"پي وڃ حليمان. پي وڃ. سڀ سور لهي ويندئي". حافظ جي وڏي زال چيو.
حليمان منهن ڪڙو ڪري سڄو گلاس پيتو. ڏهن منٽن ڪان پوءِ هوءَ ڦٿڪڻ لڳي. ائين پئي لڳو ڄڻ ڪيس سير وڌل هجي، آهستي آهستي سندس ڦٿڪڻ بند ٿي ويو ۽ حليمان اتي وڃي پهتي جتي ڪا بہ سندس پهاج ڪانہ هئي.

# پيگل گلاس

هن کي اڪثر ڪري آءُ بس اسٽاپ ڏانهن ويندي ڪيترن ئي سالن کان ڏسندو ايندو آهيان. هن جي عمر هينئر سترنهن ـ ارڙهن سالن جي لڳ ڀڳ آهي. ڪجهه سال اڳ هٿ ۾ واٽر ڪولر هوندو هيس. ۽ ڪيس اوني رنگ جا ڪپڙا ۽ پي ٽي شُو پاتل هوندو هو جنهن مان گمان ٿيندو هيو تہ هو شاگرد آهي. شڪل صورت ۾ نيڪ ناڪ، پُرڪشش صاف ۽ سٿرو. مان بہ هن کي پهريائين شاگرد سمجهندو هيس، پر هڪ دفعي جڏهن سيوهڻ وڃي رهيو هوس تہ ڪيس بس ۾ پاڻي وڪڻندي ڏٺو هيم. ان وقت گرميءَ جي موسم هئي.

هينئر هُن ڪجهہ مهينن کان هن يونيفارم لاهي ڇڏيو آهي ۽ عام ڪپڙا پائي ٿو، پاڻ کي وڌيڪ پُر ڪشش، خوبصورت ۽ جاذب نظر بنائڻ لاءِ وارن جي اسٽائيل سان گڏوگڏ هلڻ ۾ ٿورو زنانو لوڏو شامل ڪيو اٿائين.

اڪثر سامهون اچڻ دوران هو دعا سلام پڻ ڪرڻ لڳو هو. مان سند . سلام جو جواب ڏئي هليو ويندو هيس. هڪ ڀيري هن اچي مون سان هٿ ملايو هو ۽ چانهہ جي صلاح بہ ڪئي هئائين. مان اجا بہ هن جي ويجهو ٿيڻ جو مطلب نہ سمجهي سگهيو هيس. ڇو تہ صبح جو سادي ستين بجي کان رات دير تائين درزڪي دڪان تي ڪم ڪندڙ ماٺهوءَ کي ڪهڙو لاچار جو هو هئي ڪنهن لاءِ سوچي.

هڪ ڏهاڙي صبح جو هن اچي منهنجو اڳ جهليو.

"ڇا ڳالهہ آ؟. ". مون هن کان پڇيو.

"ڪجهہ پئسہ کپن". هن وراڻيو.

”مون وٽ ايترا ڏوڪڙ نہ آهن جو تنهنجي مدد ڪريان“. مون چيو.
”پئسا ڏيو پوءِ توهان جيئن چوندؤ مان تيئن ڪندس“. ڇوڪر چيو.
”ڇا مطلب؟“. مون حيران ٿيندي چيو.
”مطلب صاف آ. اوهان وٽ ڪا اوطاق آهي؟“. ڇوڪر چيو.
”نہ مان ڪرائي جي جاءِ ۾ رهندو آهيان“. مون چيو.
”يلا ڪا دوست جي اوطاق ئي سهي“. ڇوڪر چيو.
”پر ڇو؟، آخر تنهنجو مقصد ڇا آهي؟“. مون سواليہ انداز ۾ پڇيو.
”اتي اوهان کي پڙائيندس“. ڇوڪر چيو.
”ڇڏ بابا! ڇو ٿو تنگ ڪرين. مان ان لائين جو نہ آهيان“. مون چيو.
”اهو ڪنهن جي نرڙ تي لکيل تہ ڪونهي تہ ڪير ڪهڙي لائين جو آهي، هر ڪو ماڻهو پهريائين ائين ئي چوندو آهي“. ڇوڪر چيو.
”تہ ڇا اهو ڪولر ..!“.
”صرف بهانو آهي سائين“. ڇوڪر ڳالهہ ڪٽيندي چيو.
”اڳ تہ شوقين پاڻهئي ڳوليندا وتندا هئا، پر هينئر عمر وڌڻ ڪري گراهڪ ڳولڻا پون ٿا“. ڇوڪر چيو.
”تون ان ذلت مان جان ڇو نہ ٿو ڇڏائين؟ ڪا عزت واري نوڪري ڪر يا پيو ڪو ڏنڌو ڌاڙي ئي ڪر، اهو ڪيسيٽائين هلندو، آخر توکي اهڙي ڪهڙي مجبوري آ؟“. مون ناصحانہ انداز ۾ چيو.
”مجبوري آهي. ڪنهن کي ڪنهن کي مسئلا پڏايان. بابو ننديڻ ۾ گذاري ويو. پڙهيس بہ ڪو نہ، گهر جو بار تہ ڪٿئو ئي هو نہ. ننديڻ ۾ ماڻهن کان پيگل گلاس جي بهاني پئسہ گهرندو هيس. ڪي ڏيندا هئا تہ ڪي ڇڙٻون ڏيندا هئا، پوءِ بہ ڪي ماڻهو ترس کائي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏيندا هئا. هڪ ڀيري مون هڪ ماڻهوءَ کان پئسا گهريا. ڇاڇا منهنجو گلاس ڀڃي پيو آهي امان ماريندي پئسہ ڏي تہ گلاس وٺان. هُن چيو تہ گلاس ڪپٽي، هل تہ توکي نئون گلاس ٿو ڏيان. هو پنهنجي جاءِ تي وٺي آيو، ان ماڻهوءَ پنج روپيا

ڏنا ۽ پنهنجي هَوس پوري ڪئي. ڏنم تہ پئسا بہ ملن ٿا، مزو بہ آهي، سو ان ڌنڌي تي نڪري پيس". چوڪر اکين ۾ ڳوڙها آڻيندي سڄي ماجرا ٻڌائي.

مون پنهنجي ڪيسي مان ڏهہ روپيا ڪڍي ڪيس ڏيڻا ڪيا ۽ چيو تہ اڳتي مون کي سلام دعا نہ ڪندو ڪر. هن ڏهہ روپيا نہ ورتا. ايتري ۾ هڪ موٽرسائيڪل اسان جي پرسان اچي بيٺي. موٽر سائيڪل سوار اکين جي اشاري سان ڪيس ويهڻ لاءِ چيو ۽ هو ٽپ ڏئي موٽر سائيڪل تي چڙهي وينو. مان حيرانيءَ وچان هن کي ڏسندو رهيس ۽ هو مون کي هٿ لوڏي باءِ باءِ ڪندو رمندو رهيو..!!

# دولت خاطر

سياري جي موسم هئي شام جا تقريباً چار ٿيا هئا، آصف تڪڙو تڪڙو ماٿهن ۽ گاڏين کان پاسو ڪندو هن ڏانهن وڌي رهيو هو، ۽ هوءَ هن کان ڪافي پري پنهنجي ڌن ۾ مگن لڳي وڃي رهي هئي ڪيس ڪلهي ۾ ڪاري رنگ جو پرس هو. ماڻهو آصف کي هن پٺيان تڪڙو تڪڙو هلندو ڏسي ڪيس تعجب مان گهوري رهيا هئا. جڏهن ته اسان جي معاشري ۾ هڪ اڪيلي عورت پويان ديده دانسته هلڻ معيوب لڳندو آهي پوءِ ٻ، هن کي ڪنهن ڳالهه جي پرواهه ڪانه هئي. هو پنهنجي رفتار وڌائي فرزانه کي پهچي ويو هو ۽ سندس اڳيان بيهي رهيو هو.

فرزانه ڪيس اڪيون ڦاڙي ڏسي رهي هئي، ۽ آصف ڪنهن استيچو وانگر بيٺو هو، بلڪل بي جان اٿين پئي لڳو ته چڻ سندس ساهه تازو نڪري ويو هجي.

"توکي منهنجو پيڇو نه ڪرڻ کپندو هو". فرزانه همت ڪندي چيو.

"چا ڪريان ٻن سالن کان پوءِ ته نظر آئي آهين". آصف ٺڏو ساهه کڻندي چيو.

"ان ۾ منهنجو ته ڏوهه نه هو". فرزانه چيو.

"بلڪل تنهنجو ڏوهه هو توئي ته مون کي دولت خاطر ٺڪرايو هو، توکي يقين نه هو منهنجي محبت تي، مان غريب هئس نه، توکي ڪجهه ٻ نه ٿي ڏئي سگهيس، سواءِ محبت جي، توکي ياد آهي ته، مون توکان پڇيو هو ته تو ڪنهن سان محبت ڪئي آهي؟. ۽ تو جواب ۾ چيو هو ". صرف دولت سان محبت ڪئي اٿم". ۽ مون توکي چيو هو ته منهنجي توسان محبت آهي ۽ تو زور سان ٺهڪ ڏنو هو ۽ چيو هو ته جيڪي ڪجهه آهي سو دولت آهي،

محبت صرف بڪواس، انتظار، ڳڻتي، ڏک، سختين ۽ بدناميءَ جو نالو آهي ۽ مان چپ چاپ اهو سيڪجهه ٻڌي رهيو هوس. خبر ناهي تہ ڇا ٿي ويو هو توکي، ان اميرزادي جي شخصيت ايتري سٺي بہ ڪانہ هئي پوءِ بہ تون ان سان شاديءَ جا خواب ڏسي رهي هئينءَ. روزانو هن جي تعريف ڪندي هئينءَ، مان اندر ئي اندر ۾ ڪڙهندو ۽ پڇندو هوس، توکي ڪجهہ بہ نہ چوندو هوس". فرزانہ هيٺ ڪنڌ ڪري ٻڌي رهي هئي.

"توکي ياد آهي تہ مون توکي چيو هو تہ اهو اميرزادو ايترو خوبصورت نہ آهي". ۽ تو چيو هو تہ:

"خوبصورت ناهي تہ ڇا، پر ڪيس دولت تہ آهي نہ! تون مون کي ڇا ٿو ڏئي سگهين، ڪجهہ بہ نہ، سواءِ ٿي وقت مانيءَ جي".

"منهنجي اکين مان بي وسيءَ جا ڳوڙها ڳڙي پيا هئا، تو منهنجو مذاق اڏايو هو، تہ اهي واڳونءَ وارا ڳوڙها آهن ۽ طنز ڪندي چيو هيئي تہ "سٺا ٻارڙا نہ روئندا آهن". پوءِ مان خاموش ٿي ويو هوس ۽ تون بہ خاموش رهي هئين.. ٻن منٽن کان پوءِ مان وري توکان بدلجڻ جو سبب پڇيو هو، ۽ تو چيو هو تہ: "مان توسان ملان ٿي ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ مان توسان محبت ڪريان ٿي، تون سٺو ڪلاس فيلو آهين، سٺو دوست آهين، خلوص وارو آهين ان ڪري تنهنجي عزت ڪريان ٿي باقي شادي تہ مان ان اميرزادي سان ئي ڪنديس ۽ تو ڪليو هو ۽ وري چيو هيئي تہ: "خير هاڻي انهن ڳالهين کي ڇڏ تہ هلي ڪينٽن تي چاءِ ٿا پيئون".

چاءِ پيئڻ کان پوءِ مون تو کان پڇيو هو تہ ايم اي ڪرڻ کان پوءِ نوڪريءَ جو ارادو آهي يا ان اميرزادي جي گهر جي ٿانو ٻهاري ڪرڻ ۽ سندس ٻارن جي پالنا ڪرڻ ۾ وقت صرف ڪندينءَ؟. ۽ تو ڪلي چيو هو تہ: "ڪيڏو نہ شرير آهين، اڃا شادي ٿي-ئي نہ آهي ۽ هاڻي ئي هليو آهين اميرزادي جي گهر جي سنڀال لهڻ". پوءِ جلدي تو مون کان موڪلايو هو.

فرزانہ سيڪجهہ خاموشيءَ سان ٻڌي رهي هئي ليڪن ڪيس رستي

تي هلندڙ ماڻهن ۽ ٽرئفڪ جو خيال به پئي آيو ۽ آصف کي چوڻ لڳي ته:
"اهي ڳالهيون رستي تي ڪرڻ جون نه آهن". ليڪن آصف اڄ سڀ ڪجهه ڪيس ٻڌائي رهڻ جو پهه ڪري چڪو هو، سو مڙيوئي نه ٿي، ليڪن خيال مٿائي ڪائنس سندس مڙس بابت پڇڻ لڳو.
' ڪيئن آهي اهو اميرزادو؟". آصف طنزيه انداز ۾ چيو.
"مون کي ڪا خبر نه آهي". فرزانه هيٺ ڪنڌ ڪري جواب ڏنو.
"ڇا مطلب؟". آصف حيران ٿيندي پڇيو.
"دولت منهنجي ڪمزوري هئي پر ڏنم ۽ پرکيم ته دولت سان دنيا جي هر شيءِ ته خريد ڪري سگهجي ٿي پر محبت نه، آصف هي دولت آ نه، وڏي ظالم شيءِ آهي، جنهن دولت ڪري مون پنهنجي محبت قربان ڪئي هئي، اها مون کي راس نه آئي، ان دولت مون کان منهنجو سک آرام ته ڪسي ورتو پر منهنجا جذبا، حوصلو ۽ جيئڻ جو حق به ڇڻ ته ڪسي ورتو آهي". فرزانه ٿڌو ساهه کڻندي چيو.
"فرزانه تو کي خبر آهي ته جڏهن تنهنجو رشتو ان اميرزادي سان طئه ٿيو هو، ته مون خودڪشي ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي مقدار ۾ ننڊ جون گوريون کاڌيون هيون، پوءِ به بچي ويس!". آصف چيو.
"چو ٿو ڦٽن تي لوڻ ٻرڪين". فرزانه ڏک ڀرئي انداز ۾ چيو.
"۽ وري جڏهن تنهنجي شادي ٿي هئي ته مون چرين وانگر گهٽين ۽ رستن تي دانهون ڪيون هيون ۽ ڌرتيءَ تي رهندڙ ماڻهن کي به روئاري وڌو هيم ۽ پوءِ جڏهن رڙين ۽ دانهن جو سبب پڇيو ويو هو ته خبر اٿئي ته مون ڇا چيو هو ته مان مينٽل ڪيس آهيان دورا پوندا اٿم ۽ پوءِ گهر وارن واقعي چريو سمجهي مينٽل هاسپيٽل داخل ڪرايو هو پلا هنن کي ڪهڙي خبر هئي منهنجي اندر جي پيڙا جي.

اتي جيڪو ڊاڪٽر علاج ڪندو هو اهو منهنجو اڳ جو واقف هو ان کي سچي حقيقت ٻڌائي هيم، ان مون کي اتان رخصت ڪرايو هو. ۽ وري

جڏهن پيهر پنهنجي گهر آيو هوس تہ تنهنجي جدائيءَ جو احساس مون کي ڏاڍو ستائيندو هو ۽ تنهنجون يادگيريون مون کي ڏنگينديون هيون.. ليڪن مون همت نہ هاري هئي ۽ تنهنجن يادگيرين جي سهاري زندگي گذارڻ لڳو هوس".

آصف ڏک ڀرئي انداز ۾ داستان ٻڌائي رهيو هو ۽ فرزانہ روئي رهي هئي. آصف پنهنجي جذبات تي ڪنٽرول ڪري ڪيس چپ ڪرائڻ لڳو هو، ان مهل رستو بلڪل خالي هو ٽرئفڪ بہ ايتري ڪانہ هئي ڦٽ پاٿ تي ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو گذري رهيا هئا.

آصف فرزانہ کان پنهنجي مڙس ۽ ٻارن جي باري ۾ پڇڻ لڳو ان تي فرزانہ پيهر روئڻ شروع ڪيو ۽ چوڻ لڳي تہ:

"دولت خاطر اها ڪيل شادي مون کي راس نہ آئي. ٻن مهينن کان پوءِ منهنجي مڙس اصل پنهنجا اميراڻا رنگ ڏيکارڻ شروع ڪيا مون مٿان خومخواهہ رعب، شراب جو استعمال ۽ راتين جون راتيون گهر مان غائب رهڻ لڳو هو. منهنجي چوڻ تي ايترو تہ غصي ۾ ايندو هو جو مارڪٽ کان علاوه طلاق جون ڌمڪيون پڻ ڏيندو هو.

هڪ ڀيري منهنجي سهيلي نائلہ مون سان ملڻ آئي هئي ان ڏينهن منهنجو مڙس بہ گهر ۾ هو مان نائلہ سان ڪچهري ڪري رهي هيس تہ هو رڙيون ڪندو ڊرائنگ روم ۾ پهتو ۽ نائلہ کي گهورڻ لڳو، سندس رڙيون بند ٿي ويون، ليڪن وري گهڙي ڪن کان پوءِ هن پيهر رڙيون ڪري چيو تہ: "منهنجا ڪپڙا ڪونہ ڪڍيا اتئي اچا تائين". مان سندس ڪپڙا ڪڍڻ لاءِ اٿيس تہ نائلہ مون کان اجازت گهرڻ لڳي، ليڪن منهنجي مڙس ڪيس ويهڻ لاءِ مجبور ڪيو. نائلہ ويهي رهي ۽ منهنجو مڙس هن سان بي تڪلف ٿيڻ لڳو ۽ هو هن سان ڳالهائڻ لڳو، خبرناهي تہ ڇا ڳالهائي رهيو هو، آءُ رڳو دريءَ جي شيشي مان ڏسي رهي هيس، ليڪن ٻڌي ڪجهہ بہ نہ سگهي هيس.

ان کان پوءِ نائلہ مون سان ملڻ جو بهانو ڪري منهنجي مڙس سان

روزانو ملڻ لاءِ ايندي هئي، جڏهن مون کي هن جي تعلق جي خبر پئي ته مون احتجاج ڪيو ليڪن ڪجهه به نه وريو ۽ نتيجي ۾ مارڪٽ سان گڏ طلاق ملي ويئي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ خبر پئي ته هن نائله سان شادي ڪري ڇڏي آهي. ٻه سال کن ٿيا آهن جو آءٌ امان وٽ رهان ٿي ۽ ٻاڙي جي اسڪول ۾ نوڪري ڪري رهي آهيان". فرزانه ڳالهائڻ سان گڏ سڏڪا به ڀري رهي هئي ۽ آصف فرمانبدار شاگرد جيان خاموش سندس ڳالهيون ٻڌي رهيو هو.

جڏهن فرزانه ڳالهائڻ بند ڪيو ۽ روئڻ لڳي ته آصف ڪيس دلداري ڏيڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو:

"ڏس مان به ته جيئان ٿو نه پيو، ڇڏ روئڻ کي. ڀلا اهو ٻڌاءِ ته توکي ڪو اولاد به آهي يا نه؟". آصف موضوع مٽائيندي پڇيس.

"هڪ نياڻي ڇائي هئي جيڪا ڇهن مهينن کان پوءِ گذاري ويئي هئي". فرزانه ڳنڀير لهجي ۾ چيو.

"تون ٻڌاءِ تو شادي ڪئي آهي يا نه؟". فرزانه سنجيده نموني آصف کان پڇيو.

"بلڪل نه". آصف نهڪر ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيو.

"ته تون هاڻي ڪا سٺي ڇوڪري ڏسي شادي ڪري ڇڏ، ڇوٿو زندگي برباد ڪرين". فرزانه صلاح ڏيندي چيو.

"ڇوڪري ڏسي ڇڏي اٿم". هَن فرزانه کي ڏسندي چيو.

فرزانه شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو، سندس مَن ۾ ڪيئي گلاب ٽڙي پيا..

# مرشد جي ڪٿ

اسلم جي زور ڀرڻ تي سيٺ احمد جي اوطاق تي پيالو پاڻي ڪرڻ جي خيال سان ويو هيس. ايڏو صوفي ته مان به ڪونه آهيان، پيالي پاڻيءَ جي شروعات ننڍپڻ ۾ چاچي لعل محمد ڪرائي هئي، جو ته سندس پٽ نظير ۽ مان هڪ ئي ڪلاس ۾ پڙهندا هئاسين، هو سرنديءَ وارا ماڻهو هئا ۽ مان غريب جو ٻار. نظير سان مان سندس گهر روزانو ڪيڏڻ لاءِ ويندو هيس.

چاچو لعل محمد ڏينهن ۾ ٻه ٽيرا پيالو پاڻي ڪندو هو. پهرين جنت جي ٻوٽي کي (ڀنگ) رڌي ۽ پوءِ گهوٽيندو هو. (جنهن کي اڪثر ڪري مولائي پوپو چوندا آهن) جو ته ان ۾ تمام گهڻو نشو ٿيندو آهي.

شام جو جڏهن به مان نظير وارن جي گهر ويندو هيس ته چاچو لعل محمد مون کي ڀنگ گهوٽائڻ لاءِ چوندو هو، نظير کي ته خبر ناهي ڪيڏانهن موڪليو ويندو هو. ڏنڊي وارو ڪم چاچو لعل محمد پاڻ ڪندو هو باقي ڪونڊي کي مان پنهنجي ٽڪرڙن هٿن سان جهليندو هيس. تڏهن به ڪونڊو هر هر مون کان ڇڏائجي ويندو هو، ظاهري آ ته ٽئين ڪلاس ۾ پڙهندڙ ٻار ڪونڊو ڪٿي ته مضبوطيءَ سان پڪڙي سگهي. سندس زال ۽ ڌيئر منهنجي نڪ مان هيٺ مٿي ايندڙ گوبي کي ڏسي ٽهڪ ڏينديون هيون. ڀنگ گهوٽجڻ کانپوءِ چاچو لعل محمد هڪڙو گلاس مون کي به پياريندو هو. ڪجهه وقت کان پوءِ مون کي ننڊ اچڻ لڳندي هئي ۽ مان گهر اچي سمهي پوندو هيس. رات جي ماني به ڪونه کائيندو هيس. مون کي ڀنگ جي نفعي يا نقصان جي ڪابه خبر نه هوندي هئي بس مٺي لڳندي هئي سو پيئي ويندو هيس.

امان کي اها اڻ تڻ هوندي هئي ته هي سوير ڇو ٿو سمهي پوي. ننڍ ايتري گهري ايندي هئي جو پٽي اتارڻ جي باوجود به ننڊو هيس، هڪ ڀيري امان منهنجي هرڪ جي اچي قميص تي ساوا ڇٽا ڏٺا ۽ پڇيائين ته...

"هي ڇا لڳو اٿئي؟".

"امان! هو! چاچا لال محمد آ نه اهو الائي سائو سائو ڇا گهوٽيندو آهي ۽ پوءِ مون کي به پياريندو آهي". مون معصوميت سان چيو.

نا نا، دپ، دپ زپ، زپ امان موچڙا هڻڻ شروع ڪيا اهو ڏينهن ٿيو جو چاچي لعل محمد جي گهر وڃان نظير سان ڪيڏڻ ئي وسري ويو. پنگ پيئڻ ته پري ٿي.

جوان ٿيڻ ڪانپوءِ دوستن سان ڪمپنيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن پيتم ته ٺيڪ نه ته مهينن جا مهينا گذري وڃن جو جنت جي ٻوٽيءَ جي شڪل ڏسان..

اڄ اسلم ايترو ته مجبور ڪيو جو بس. سو اچي پهتاسين .. جنهن جڳهه ۾ ساقي خانو هو. ان ۾ به ڪمرا هئا. هڪ ڪمرو بند پيل هيو باقي هڪ ڪمرو جنهن ۾ اسان داخل ٿياسين به ڪٿون ۽ ڪجهه ڪرسيون رکيل هيون. ٻنهي ڪمرن جي وچ ۾ به هڪ دروازو هو جنهن کي صرف ڪڙو ڏنل هو، ڪمري ۾ به همراهه ڏنڊي ۽ ڪونڊي سان جنگ جاري رکيو ويٺا هئا. ڪنڊ ۾ هڪ چلم رکيل هئي...

"يا علي مدد". اسلم ڪمري ۾ داخل ٿيندي چيو.

"مولاعلي مدد اسلم". موالين چيو.

ڏنڊي ڪونڊي واري همراهن اسان کي ٻانهون ٻڌي حال احوال ورتا ۽ خيريت معلوم ڪري وري پنهنجي ڪرت سان لڳي ويا. اسلم ۽ مان ٻئي خاموش ٿي ڪرسين تي ويهي رهياسين، ايتري ۾ هڪ خوبرو ۽ پروقار ماڻهو اندر آيو، جنهن به ٻانهون ٻڌي ياعلي مدد ڪئي، جواب ۾ اسان به

سندس آجيان ڪئي. هن جي هٿ ۾ شاپنگ بيگ هئي جنهن ۾ گلاب جا گل هئا. هو ويهڻ بجاءِ سڌو ان دروازي طرف وڌيو. پهريائين هن پنهنجا بوٽ لاٿا ۽ پوءِ دروازي جو ڪڙو کولي اندر داخل ٿيو. ان ڪمري ۾ هن جي نقل و حرڪت ڏسي ٿي سگهيس ڇو ته مان دروازي جي سامهون ويٺل هيس.. هن شاپنگ بيگ مان گل ڪڍيا ۽ هڪ ڪٽ مٿان وجهڻ لڳو. اها ڪٽ اڳ ۾ به چادرن ۽ گلن سان ڀريل هئي ۽ ڪنهن بزرگ جي مزار وارو ڏيک پيش ڪري رهي هئي. ان ڪمري ۾ ان ڪٽ ڪانسواءِ هڪ ٽڏو وڇايل هو ۽ ڪٽ کان ٿورو پرتي شراب جون گهڻي تعداد ۾ خالي بوتلون- هڪ سلفي، صافو، هڪ بيراڳڻ ۽ ڏنڊو ڪونڊو به رکيل هئا. اهو ماڻهو ڪٽ جي چوڌاري ڦري رهيو هو ۽ دعائون به گهري رهيو هو. مان اهو سڀڪجهه ڏسي حيران ٿي ويس ۽ اسلم کان ان بابت پڇڻ لڳس..

"اسلم يار هي سڀ ڪجهه ڇا آهي؟". مون اسلم کان پڇيو.

"ماٺ ڪر پوءِ ٻڌائيندو سانءِ". اسلم چيو.

"آخر ڳالهه ڪهڙي آ، ان ڪٽ جو پس منظر ته ٻڌاءِ نه". مون اسلم کي زور ڀريندي چيو.

"ٺٺو مڙين ته ٻڌ!، اها اٿئي مرشد جي ڪٽ، مرشد وڏل شاهه ان ڪٽ تي ٺي دم ڏنو هو، انهيءَ ڪمري ۾. ان ڪري هن ڪمري ۽ ڪٽ کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي. وڏل شاهه جا مريد روزانو ان تي گل چاڙهيندا آهن". اسلم چيو.

"بابل تون اڃا اڄ آيو آهين سائين وڏل شاهه پهتل شخص هو.. جيڪڏهن ڪنهن جو قضيو ٿيندو هو ته ڪيس اڳواٽ خبر پوندي هئي ۽ عذر خواهي ڪري ايندو هو، قضيو به ٽن ڏينهن کان پوءِ ٿيندو هو". پنگ گهوٽيندڙن مان هڪ مواليءَ چيو.

"اهو به نه هي چلم ڏينهن رات سائي لڳي پئي هوندي آهي. سائين اڇي سوٽا هڻندو آهي..اٿين سمجهه ڇڻ ته گذاري ٺيءُ ڪو نه ويو آ، وڏي ڪرامت وارو

هو بابل". ٻئي مواليءَ چيو.

مان موالين جو ڳالهيون ٻڌي حيران ٿي ويس ڪجهه سمجهه ۾ نٿي آيو ته هيڏي سائنسي ترقيءَ ۾ اسان جي ماڻهن جي سوچ اڃا نہ بدلي آهي جو جهالت واريون ڳالهيون پيا ڪن.

"بابل سوچ نہ تون بہ سائين جي ڪٽ جي زيارت ڪري آ، دعا گهر تہ ٻيڙائي پار ٿيندئي". ٻهرين مواليءَ چيو.

"جيڪو سوال گهرندين سو پورو ٿيندئي، هو وقار آ نہ اسٽول (اسٽور) وارو ان ڪي بہ تہ مرشد جي دعا ٿيل آهي، نہ تہ ڪمپوٽر (ڪمپائونڊر) ايڏي ترقي ڪيئن ڪندو. ڊاڪٽر ٿو سڏجي". ٻئي مواليءَ چيو.

"اهو تہ سيٺ احمد جو ياڳ آهي جو سندس اوطاق ۾ رضا ڪيائين". ٻهرئين مواليءَ چيو.

"سائين وڏل شاهہ جون ايڏيون ڪرامتون اٿئي جو ڳالهہ ڇڏي ڏي، پنهنجي جهوليءَ ۾ ٿانڊا کڻي ايندو هو چلم لاءِ، سندس قميص بہ نہ سڙندي هئي، ماچيس جون تيليون ٻاريندو ڳهندو ويندو هو، وڏي ڳالهہ تہ ننڍڙين وڇن ڪان ڪير ڏهندو هو". ٻئي مواليءَ ٻنگ کي ڇلپي هڻندي چيو.

"ٻيو تہ سڀ ٺيڪ پر هن ڪٽ کي پوڄڻ، گل چاڙهڻ ۽ ٻڙ وجهڻ اهو تہ گناهہ آهي، مرده پرستي آهي بهتر آ تہ ڪٽ ڪنهن غريب کي خيرات ۾ ڏيو تہ دعا ڪندوَ ۽ وڏل شاهہ جي روح کي بہ ثواب ملندو ڇڏيو انهيءَ بت پرستيءَ کي مرندڙن پويان ڪير بہ نہ مرندو آهي". مون موالين کي تنبيهہ ڪندي چيو".

"واه! واه! چار اکر ڇا پڙهيا آهيو شناس (شناخت) ئي نڪري وئي اٿو، اسان سائين جي آخري نشاني ختم ڪري ڇڏيون". ٻهرين مواليءَ ٻنگ چاڻيندي چيو.

اسلم بہ ماٺ ڪري وينو هو البتہ ڪنهن ڪنهن مهل وات تي آڱر رکي چپ ڪرڻ لاءِ ٿي چيائين ايتري ۾ گلن چاڙهڻ وارو ماٺهو دروازو

بند ڪري آيو ۽ چوڻ لڳو ته:

"اسلم ڇا ٿو چوي پائو".

اسلم ته اچا ڳالهايو ئي ڪونه، ته موالي چوڻ لڳو:

"سائين هي ٿو چوي ته اها بت پرستي آ، مرده پرستي آ، اها ڪٽ خيرات ڪري ڇڏيو". ٻئي موالي چيو.

"اسلم ڪهڙا ڪهڙا ماڻهو ٿو وٺي اچين اسان وٽ، مهرباني ڪري اهڙا ماڻهو نه وٺي ايندو ڪر". گلن آٿيندڙ چيو.

"سچ ٿو چوان ته چڙ ٿي لڳيوَ، اهو ماڻهو جيڪو ٻين جي درتي مري وڃي اهو ڪهڙو هوندو، ڪهڙي هوندي ان جي ڪرامت. اها خبر مجي هاتم دقيانوس ماڻهن وٽ وڃڻو آهي ته اصل نه اچان ها، اسلم اٿ يار ته هلون شاباش اٿي، ڪهڙن ماڻهن وٽ وٺي آيو آهين، اهڙي پيالي پيڻ کان ته ٻڏي مر جي ته بهتر آ".

مان اسلم کي ٻانهن مان ڇڪي ٻاهر ڪڍي آيس ۽ موالي اکيون ڦاڙي ڏسڻ لڳا..!!

# پـــڇـتـــاءُ

هو مون وٽ اسٽيج ڊرامي ۾ اداڪاري ڪرڻ لاءِ آيو هو.
سمارٽ بدن، وڏا وار، پلڪنگ ۽ ٽريڊنگ سان چهرو صاف ڀرون سيٽ ٿيل ۽ سندس چهري تي هلڪي پفنگ به ٿيل هئي، اکين ۾ هاشمي سرمي جي ريهه لڳل هن همراهه ۾ مرداڻو مزاج گهٽ عورتاڻو مزاج ڪُجهه وڌيڪ هو. ڳالهائڻ ۾ به تمام گهڻي نفاست هيس، هو ڪمري ۾ ويٺل هر هڪ فنڪار کي ڏسي رهيو هو پوءِ مان هن کي پنهنجي فنڪار دوستن سان تعارف ڪرايو، جن مان ڪن کي ته هو سڃاڻندو هو ۽ ڪي هن لاءِ نوان هئا. تعارف ڪرائڻ کانپوءِ مون ڪائنس فن بابت سوال ڪيا، جن ۾ رواجي سوال هئا جيئن. ڪڏهن ڪٿي ڪا اسٽيج ڪئي اٿو، ڊانس ايندي اٿو يا ڪهڙي قسم جا رول ڪرڻ پسند ڪندا، يا ڌنڌو روزگار ڪهڙو اٿو، جنهن بابت ڪورٽ ۾ ڪاپيٽر جي پوسٽ طور ڪم ڪندڙ ٻڌايو هئائين ۽ ڪردارن ۾ عورتاڻن ڪردارن کي وڌيڪ ترجيح ڏني هئي، پوءِ هو اسٽيج تي ڪڏهن سائيڊ هيروئن طور ڪم ڪري پروڊيوسر جو خرچ بچائيندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏڙي جو ڪردار ڪري ماڻهن جي توجهه جو مرڪز بڻبو هو. ريهرسل جي دوران هو صرف پاڻ جهڙو هڪ دوست ساڻ آڻيندو هو جيڪو پڻ ميونسپالٽيءَ ۾ ڪلرڪ هو.
سليم ( ليليٰ ناز) منهنجو گهڻو ادب ڪندو هو ۽ دل جون ڳالهيون پڻ اوريندو هو يا ڪا صلاح وٺڻي هوندي هيس ته هو مونکي پنهنجو سمجهي صلاح وٺندو هو، جن تي گهڻو ڪري هو عمل به ڪندو هو.
هڪ دفعي مون کي چيائين ته! مائٽ شادي ڪرائڻ ٿا گهرن پر منهنجي دل نٿي چوي ته مان شادي ڪيان ماڻهن جو ڊپ ٿئي ٿو، اگر ڪا اولاد ڄمندي

تہ ان لاءِ بہ غلط سوچيندا، هن صاف انڪار ڪيو هو. ڪيس هڪ پاسي معاشري جي ماڻهن جي توڪڻ ۽ طنز جو فڪر هو تہ ٻئي پاسي مردن جي صحبت ۾ رهڻ ڪري عورتن کان الرجڪ هو ڇو تہ ڪڏهن ڪڏهن ڪاٺئس چرچن ۾ پڇندا هئاسين تہ جنسي طرح تون ڪيئن آهين، جنهن جي جواب ۾ هو چوندو هو تہ پورو پنو. اگر ڪنهن مرد جي صحبت هيٺ هوندو آهيان تہ پوءِ مون کي بہ مرد هجڻ جو احساس ٿيندو آهي، نہ تہ، نہ مردن ۾، نہ ماين ۾ مان ڪيس مشورو ڏيندو هيس تہ هو مڪمل طور علاج ڪرائي مرد ٿي وڃي ليڪن هن ان تي ڪوبہ عمل نہ ڪيو. شايد ان زندگيءَ ۾ ڪيس وڌيڪ لطف ٿي آيو.

جيئن جيئن سندس عمر وڌندي ٿي وئي تيئن تيئن سندس چاهڻ وارا گهٽ ٿي رهيا هئا . ۽ هو گهڻو پريشان رهڻ لڳو هو. هڪ ڏينهن هو دڪان تي آيو هو، ڳالهين ۾ چيو هئائين تہ مان (نرواڻ) ٿيندس، مون ڪيس سخت منع ڪئي هئي ۽ سمجهائيندي ڪيس چيو هيم تہ ڪدڙن جي زندگيءَ جي توکي تہ خبر آهي نہ ڪيتري ڏکي ۽ پيچيده آهي، اهڙي غلط ڪم ڪان پاسو ڪر نہ تہ ڏاڍو پڇتائيندين اڳتي هلي، لهي وڃ انهيءَ جنون تان، بهتر اهو اٿئي تہ جيئن گذرئي ٿي تيئن گذار، پاڻ کي هرويرو برباد نہ ڪر ضفا رلي ويندين. هو بضد هو "نرواڻ" ٿيڻ تي. مون ڪيس منٿ سان گڏ ٻانهون بہ ٻڌيون هيون. ۽ هن ٿڌو ساهہ ڀري مون کان دڪان تان موڪلايو هو، ڪافي ڏينهن گذري ويا هئا، هو نظر نہ آيو هو نہ ئي دڪان تي آيو هو، سندس مٽ مائٽ ڏاڍا پريشان هئا، سندس ڄاڻ سڃاڻ وارن کان پڇائيندا هو مون وٽ بہ آيا هئا. مون کين سڄي ماجرا ٻڌائي هئي.

ان ڳالهہ کي ٽي مهينا کن گذري ويا هئا ۽ سليم واپس آيو هو تہ سندس روپ ئي بدليل هوا. زنانن ڪپڙن سان گڏ سندس ڪلهي ۾ ڍولڪ بہ هئي. هو نانگي تي پنهنجي ساٿين سان گڏ وڃي رهيو هو، مون تي نظر پوندي ئي ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو هئائين، ان کان وٺي هو مون وٽ نہ ايندو هو، نہ ئي

ڪنهن اسٽيج ڊرامي ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ آيو هو، هواسان دوستن ڪان ڏاڍو ڪترائيندو رهندو هو.

هڪ ڏينهن هو پنهنجي ڀن ساٿين سميت منهنجي دڪان تان ڪاسميٽڪس وٺڻ لاءِ آيو هو، مون کي استاد ڪري اچي پيرن تي ڪريوهو.مون کيس مٿي اٿاريو هو، مان هُن کي سامان به ڏنو ته ڪائنس حال احوال به پڇي ورتم، سندس ساٿين ۾ هڪ عمر رسيده کدڙو به هو جنهن کي خالہ ٿي چيائين، ان سان منهنجو تعارف ڊرامن ۾ استاد جي حيثيت سان ڪرايائين ۽ کيس اهو به چيائين ته استاد مونکي نرواڻ نہ ٿيڻ لاءِ ڀانهون به ڀڏيون هيون.. تنهن تي خالہ چيو هو:

"اسان ته پيدائشي مجبور هياسين، ليڪن هي ته مجبور ڪونہ هو، کهڙي اذيت ڏيندڙ زندگي آهي، اها اوهان کي خبر ناهي... مون سان اڳ ۾ ملي ها ته ائين کيس هرگز نہ ڪرڻ ڏيان ها".

پوءِ جڏهن مون هن جي چهري تي نظر وڌي هئي، ته سندس اکين مان پڇتاءَ جو درياءَ اڏما ڪائي ٻاهر نڪري آيو هو.

# مطلبي ماڻهو

مون اڄ حفيظ کي ڏاڍو اُداس ڏٺو هو. سندس ڪپڙا تمام ميرا ۽ شيو وڌيل هيس. اهڙي اداسي، سندس چهري تي اڳ ڪڏهن به نه ڏٺي هيم، هو هميشه منهنجي دوڪان تان سودو سلف وٺڻ ايندو هو، سدائين هشاش بشاش لڳندو هو.

ڇا ٿيو جي هُو شاهاڻي صاحب وارن جو نوڪر هو. نوڪر به اهو جيڪو مانيءَ ۾ مهانگو نه هيو. پر جي ڪڏهن شاهاڻي صاحب کي ڪيسو اجازت ڏيندو هو ته ڪجهه پئسا ڪيس ڪتابن ۽ خرچيءَ لاءِ ڏيندو هو نه ته به پر ٽي سو ڪيس بيگم صاحب ڏيندي هيس، پر هن ڪڏهن به ان ڳالهه جي ڪنهن سان گلا يا شڪايت نه ڪئي هئي ۽ هو انهن جي دل و جان سان خدمت ڪندو هو. هن کي شاهاڻي صاحب جي گهر ۾ ڪم ڪندي ڏهه سال ڪن ٿيا هئا. شاهاڻي صاحب وارن جي گهر ۾ ڪم ڪار دوران هن پنهنجي تعليم جاري رکي هئي ۽ هاڻي هن انٽر به پاس ڪئي هئي. حفيظ غريب خاندان سان واسطو رکندڙ هو، سندس والد پيرسن هو ڪيس هڪ وڏو ڀاءُ هو جيڪو هارپو ڪري سڄي ڪٽنب جي ڪفالت لاءِ مٿا ڪٽا ڏيندو هو. هاڻي حفيظ جي اکين ۾ خواب هو پنهنجي والدين جي خدمت ڪرڻ جو. پر هن جي منزل اڃا هن کان پري هئي ڇو ته هن سفارش ۽ رشوت جي دؤر ۾ هن جي خوابن جي تعبير ڏاڍي مشڪل پئي نظر آئي. هن جو خدا کان سواءِ ڪو به آسرو نه هو، تنهن هوندي به هو شاهاڻي صاحب کي ڏاڍيون ميڙون منٿون ڪندو هو پنهنجي نوڪريءَ لاءِ. پر شاهاڻي صاحب ڪيس هميشه چوندو هو ته ڪوشش جاري آهي ۽ حفيظ اهو ٻڌي ائين ئي چوندو هو ته:

"سائين اها ڪوشش ڪيستائين جاري رهندي. يا رڳو آسرن ۾ ٿا رهايو".

اڄ هن وري همت ڪري شاهاڻي صاحب کي چيو هو تہ:
"سائين ڀلا ڇا ڪيوَ منهنجي نوڪريءَ جو". حفيظ چيو.
"ڀلا توکي نوڪريءَ جي ڪهڙي ضرورت آ."
"ضرورت آهي سائين، مون کي منهنجن مائٽن کي منهنجن ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن کي ضرورت آهي". هن شاهاڻي صاحب جي ڳالهہ ڪٽيندي چيو.
"هائو بابا! بس بس، دل وَ جان سان ڪوشش ڪندس" شاهاڻي صاحب چيو.
"سائين مهرباني ڪريو مون مسڪين تي، مون کي نوڪريءَ جي ڏاڍي ضرورت آهي پليز سر" حفيظ وري بہ منتون ڪندي چيو.
" چڱو نيڪ آ هي پئسا وٺ بازار مان سامان وٺي اچ، اڄ رات مهمان اچڻا آهن" شاهاڻي صاحب کيس پئسا ۽ سودي جي لسٽ ڏيندي چيو.
حفيظ پئسا وٺي بازار هليو ويو.

شاهاڻي صاحب شهر جو بهترين وڪيل ۽ پنهنجي ڳوٺ جو پڙهيل چڱو مڙس آهي، سندس اولاد بہ اعليٰ عهدن تي فائز آهي. شاهاڻي صاحب جي دوستن جي حلقي ۾ ايم پي اي ، ايم اين اي ۽ منسٽر بہ اچي وڃن ٿا. اهڙن ماڻهن جي باوجود بہ منهنجي لاءِ نوڪري ڏکي ڇو ٿي وئي آهي يا هو پاڻ نٿو چاهي، آخر ڇا سبب آهي جو مون کي نوڪري نٿو وٺي ڏئي. هو سندس ڪمدار جو پٽ. هو سندس هاريءَ جو پٽ. هو سندس اڪيلو ڊرائيور باقي مون لاءِ نوڪريءَ جا دروازه ڇو بند آهن. يا هو مون کي عزت وارو ٿيندي نٿو ڏسي سگهي يا. هو چاهي ٿو تہ مان سندس در تي ئي غلامي ڏيندي زندگي گذاريان. مون ڪانئن ڪڏهن بہ پنهنجي خدمت جو معاوضو نہ ورتو آهي ۽ هنن جي ايمانداريءَ سان خدمت ڪئي اٿم جيڪا اڄڪلهہ جي دور ۾ شايد پيو ڪو ڏئي سگهي مون جهڙو ماڻهو پيو ڪو نہ ملندن، ڪيترا ڀيرا تہ منهنجي ايمانداريءَ جو امتحان بہ ورتو اٿن. مون هنن جي گهر ۾ ڪيتري نوڪري ڏني آهي، بورچيخاني کان وٺي ڪو بہ اهڙو ڪم جيڪو

مون نہ ڪيو هجي پوءِ بہ هن وٽ منهنجي عزت ڇو نہ آهي ڇا مان عزت جي قابل ناهيان. ايتري نمڪ حلاليءَ جي باوجود بہ مون لاءِ نوڪري ڪانهي. حفيظ جو ذهن ڪي ڳالهيون سوچي ۽ رد ڪري رهيو هو. هن جي سوچن ۾ تڏهن خلل پيو جڏهن هڪ تيز رفتار ڪار سندس پرسان تيزيءَ سان گذري، هن جي هٿ مان ڇٻي ڪري پئي هئي. هو جلديءَ ۾ رستي تان ڇٻي کڻي ڪار واري کي خار مان ڏسڻ لڳو. هو سيٺ ڪريم جي دوڪان تي آيو ۽ لسٽ اچي سندس اڳيان رکيائين. هو سودي ڪڍڻ ۾ لڳي ويو جڏهن سودو ڪڍي بس ڪيائين تہ حفيظ سودي جا پئسا ڏئي سودو کڻي هلڻ لڳو، هو ڪجهہ پريشان پئي لڳو. سيٺ ڪريم اڄ ڪيس ڪچهري ڪرڻ لاءِ چيو ڇو تہ دوڪان تي ايتري رش ڪا نہ هئي. اڙيو ٽڙيو گراهڪ آيو پئي. هن حفيظ کان اداسيءَ جو سبب پڇيو. پهريائين تہ هن ٿڌو ساهہ ڀريو ۽ پوءِ هن ڏي نهاري چوڻ لڳو تہ:

"چاچا هي دنيا وارا ڏاڍا بي رحم آهن، هر ڪو پنهنجي مطلب جو يار آهي؛ هر ڪنهن کي پنهنجو ڪم پيارو آهي، سوچيو هيم تہ تعليم پوري ڪري نوڪري ڪندس پر نہ سفارش آهي نہ پئسو آهي".

" تہ ڇا شاهاڻي صاحب توکي نوڪري بہ نٿو وٺي ڏئي سگهي؟ هن لاءِ تہ مسئلو ئي ڪونهي" دوڪاندار کيس چيو.

"چاچا اهو تہ برابر آهي پر خبر ناهي تہ هو مون کي نوڪري ڇو نہ ٿو وٺي ڏئي؛ ڪالهہ اڳوڻي ڊرائيور کي سرڪاري نوڪري وٺي ڏنائين ۽ اڄ هو جيڪو چوڪيدار اٿس تہ جمن، ان جي پُٽ کي ماستري وٺي ڏنائين باقي مون لاءِ تہ ڪو بہ جواب ڪو نہ اٿس" حفيظ چيو.

"پُٽ حفيظ ڪنهن جي قُتي آهي جو تو جهڙي ماڻهوءَ کي ڇڏيندو؛ تون تہ نهايت ايماندار آهين" سيٺ ڪريم کيس چيو.

" چاچا اسان غريب ماڻهن کي ايمانداريءَ ۽ سادگي هميشہ نقصان رسايو آهي". حفيظ ٿڌو ساهہ ڀريندي چيو.

" چوين سچ ٿو پُٽ، پلا تون مون وٽ ڪم ڪندين مان توکي ٻارنهن سئو روپيه ماهوار ڏيندس، پوءِ جي توکي ڪٿي نوڪري ملي وڃي ته تون مون وٽان وڃجانءِ هليو". سيٺ ڪريم ڪيس چيو.

"چاچا سوچيان ٿو ته سڄي زندگي گذارڻ لاءِ صرف ماني ڪافي ناهي، ان سان گڏ پيون به ضرورتون آهن، توهان کي مان سياڻي ٻڌائيندس". حفيظ اهو چئي چپ ڪلهي تي ڪٽي هلڻ لڳو.

هن کي ڏاڍي خوشي هئي`جو ته هن لاءِ نوڪري وڏو مسئلو هئي ۽ ٻارنهن سو پرائيويٽ ملازم لاءِ سٺي پگهار هئي؛ دل ئي دل ۾ هن آها آفر قبول ڪئي هئي پر هو اهو سوچي رهيو هو ته شاهاڻي صاحب وارن مان جان ڪيئن ڇڏايان.

اڄ موڪل جو ڏينهن هو، ڪورٽ به بند هئي. شاهاڻي صاحب پنهنجي گهر ۾ لان تي ويهي اخبار پڙهي رهيو هو ۽ حفيظ سندس پرسان اچي بيٺو هو. هن ۾ همت ئي ڪا نه هئي جو ڪجهه ڳالهائي سگهي. رکي رکي هن جي وات تي سائين جو لفظ ايندي ايندي سندس چپن کان ٻاهر ئي نه پئي نڪتو. آخر هن همت ڪري سائين جو لفظ پنهنجي وات مان ٻاهر ڪڍيو ۽ شاهاڻي صاحب اخبار پري ڪري ساڻس مُخاطب ٿيو.

"چا ڳالهه آهي ڪو ڪم آهي چا؟". شاهاڻي صاحب نرم لهجي ۾ چيو.

"سائين مان توهان کان موڪلائڻ آيو آهيان، مون کي سيٺ ڪريم وٽ نوڪري ملي آهي، توهان پنهنجي لاءِ ڪنهن ٻي ماڻهوءَ جو بندوبست ڪريو". حفيظ هڪ ساهي ۾ چئي ويو.

"چو پُٽ هتي توکي ڪا تڪليف پهتي آهي چا؟". شاهاڻي صاحب ڪيس چيو.

"سائين ماني منهنجو پيٽ ته ڀري سگهي ٿي ۽ لٽل پراڻا ڪپڙا ۽ جوتا منهنجو انگ ته ڍڪي سگهن ٿا پر مان پنهنجي ماءُ ۽ ڀائرن ڀينرن جو پيٽ ٻَڪيو نٿو رکي سگهان؛ سيٺ ڪريم سان مان ٻارهن سو روپين واري نوڪريءَ لاءِ هاڪار ڪري آيو آهيان. سائين جيڪڏهن مون کان ڪا غلطي ٿي وئي هجي

تہ معاف ڪندا". حفيظ شاهاڻي صاحب جي پيرن تي جهڪندي چيو.

حفيظ کي دڪان تي ڪم ڪندي هڪ مهينو پورو ٿيو هو ۽ کيس پگهار بہ ملڻي هئي. هو خوشيءَ وچان تيار ٿي دڪان تي آيو هو.

" اڄي هي وٺ پگهار". سيٺ ڪجهہ پئسا هن کي ڏيندي چيو.

"هي تہ ست سو روپيا آهن سيٺ". حفيظ پئسا ڳڻيندي چيو.

"تولاءِ اهي ڪافي آهن". سيٺ ڪريم چيو.

"پر توهان تہ ٻارهن سو رپيا پگهار مقرر ڪئي هئي". حفيظ چيو.

"پگهار اها ٿيندي، دل چوڻي تہ ڪم ڪر جي نہ تہ ...". سيٺ جملو اڌورو ڇڏي ڏنو.

هن ست سو روپيا ورتا ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري دڪان مان ٻاهر نڪري ويو..!

# ڪارو چشمو

پير صاحب سان منهجي ملاقات هڪ مشاعري دوران ٿي هئي سا به اتفاقيا، مون کي شاعريءَ جو شوق هو ۽ شعر به لکندو هوس پر صرف اندر جي اوپر ڪيڻ لاءِ ورنه انهن شعرن جي ڪا به ادبي حيثيت ڪانه هئي، البته ڪيسٽن جي دنيا ۾ انهن شعرن جو مان مثانهون هو. سليم جيڪو منهنجو گهاٽو دوست آهي ان ئي مجبور ڪيو هو مشاعري ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ. مشاعري ختم ٿيڻ کانپوءِ سليم پير صاحب سان منهنجو تعارف ڪرايو هو.. پير صاحب منهنجي شاعريءَ تي تبصرو ڪندي چيو ته اوهان شاعريءَ جي قاعدن ۽ اصولن جي تربيت وٺو ته سٺا شاعر ٿي سگهو ٿا. اصلاح وٺڻ لاءِ جڏهن به دل چئيو ته هليا اچجو، اسان جا دروازا هميشه کليل آهن هر ڪنهن لاءِ.

پير صاحب قد جو ڊگهو رنگ جو ڪارو، سنهڙو جسم، چاپيئن اچي ڏاڙهي، وڏيون ٿلهيون ميجون ۽ اکين تي وڏن شيشن سان ڪاري رنگ جو چشمو پاتل هو، جيڪو سندس منهن کي ڍڪيو بيٺو هو، مٿي تي ترڪي ٽوپي پاتل هيس. اڇن ڪپڙن ۾ هو بليڪ اينڊ وائيٽ لڳي رهيو هو، پير صاحب جي عمر لڳ ڀڳ سٺ پنجهٺ سال کن هئي، سندس اکين تي وڏن شيشن سان ڪارو چشمو رات جي وقت ۾ ڪجهه عجيب پئي لڳو، ڏينهن جو ته سمجهجي ها ته اُس کان پاڻ اٽس پر رات جي وقت .. سمجهه ۾ نه پئي آيو. اهو ڪارو چشمو هڪ سوال هو مون لاءِ..!! پير صاحب کي مون اڳ ڏٺو ڪونه هو البته سندس نالو ٻڌو هيم.

پير صاحب کان موڪلائي سليم ۽ مان ڪچهري ڪندا پئي آياسين، سليم پير صاحب جي شاعري، علم و ادب مريدي خادمي ۽ درگاهه ۽ گاديءَ جي ڏاڍي ساراهه ڪري رهيو هو، حالانڪ مان انهن ڳالهين کان پري

آهيان، اڄڪلهہ جي سائنسي دؤر ۾ پيري مريدي عجيب ڳالهہ آهي، ڪنهن مهل کهڙي موضوع تي، تہ ڪنهن مهل کهڙي موضوع تي ڳالهائيندا اچي گهر پهتاسين، چو تہ سليم جو گهر بہ منهنجي گهر جي پرسان آهي.

آچر جو ڏينهن هو، اسڪول ڪان بہ موڪل هئي، مان ۽ سليم پير صاحب جي درگاهہ تي پهتاسين، درگاهہ جي ايوان تي رات واري مشاعري واريون ڪرسيون ۽ ٻيو سامان اڃا تائين رکيل هو ۽ درگاهہ جا حجرا جيڪي مشاعري دوران بند هئا اهي هينئر کليل هئا، سليم منهنجي اڳيان اڳيان هلي رهيو هو ڇو تہ هو ان جڳهہ ۽ پير صاحب جو اڳ ۾ ئي شناسا هو، هن کي ان هنڌ جي آدابن ۽ اطوارن جي خبر چار هئي، اهو ان ڪري تہ هو ان پير صاحب جو مريد هو، دروازي مان اندر گهڙياسين تہ منهنجي نظر پير صاحب جي کٽ تي پئي، جنهن تي وڏي ڳاڙهي رنگ جي ريشمي چادر وڇايل هئي ۽ کٽ جا پاوا بہ نظر ڪونہ ٿي آيا، کٽ تي تنهين پاسن کان طول رکيل هئا ۽ ان کٽ تي پير صاحب پير لڙڪائي پنهنجي مريد کان زور ڏياري رهيو هو. ڪارو چشمو ان وقت بہ سندس ڇهري تي چڙهيل هو اولهہ طرف سامهون چارڪرسيون رکيل هيون ۽ هڪ ميز جنهن تي ڪتاب رکيل هيا، انهن ڪرسين مان هڪ ڪرسيءَ تي سائو ڪپڙو غلاف جيان چڙهيل هو اها هڪ خاص ڪرسي هئي، جنهن تي ڀانيم تہ پير صاحب ويهندو هوندو، مٿان ڀت تي پير صاحب جون ڪجهہ جوانيءَ جون، تہ ڪجهہ وچولي عمر واريون، ڪي ڪلين شيو، تہ ڪي مڇن سان، تہ ڪي ڏاڙهيءَ سان تصويرون ڀت تي لڳل هيون. انهن تصويرن ۾ بہ پير صاحب کي ڪارو چشمو پاتل هو، ڪرسين جي هڪ پاسي کان ٻبرشير جو تہ ٻئي پاسي کان چيتي جو اسٽيچو رکيل هو.

ڏکڻ طرف واري ڀت تي هڪ تصوير لڳل هئي جنهن ۾ هڪ سانبر کي شڪاري ڪتا بيدرديءَ سان ڦٽي رهيا هئا، اتر طرف سندس کٽ جي پويان لوهي الماڙي ۾ آئين سان ۽ هڪ ڪاٺ جو ٺهيل ڪتابن جو سيلف رکيل هو جنهن جي شيشن مان عربي، فارسي ۽ سنڌي، ديني ۽ تاريخي

ڪتاب جهاتيون پائي رهيا هئا. جا ڪاڻ تہ پير صاحب هڪ عالم گهراڻي جو چشم و چراغ هو ۽ پاڻ بہ وڏو عالم هو، پري پري کان عالم بہ ڪائنس فتوائون وٺڻ لاءِ ايندا هئا. سڳو، ڌاڳو، توتا، ڦيڻا، دعائون ۽ تعويذ پڻ ڪندو هو، پير صاحب جن ڪڍڻ جو بہ ماهر هو. سندس مريدن اها ڳالهہ مشهور ڪري رکي هئي ان ڪري پري پري کان ماڻهو ڪائنس جنّ ڪڍرائڻ ايندا هئا، سندس مريدن جو تعداد تمام گهڻو هو. پير صاحب پاڻ ڪڏهن بہ مريدن وٽ ڪونہ ويندو هو. سندس ڪل ڪائنات سندس درگاهہ جي چارديواري هئي، مريد ڪيس گهر ويٺي ڏن پٽ پهچائيندا هئا. اوير پاسي دروازي سان لڳ تي ڪرسيون خالي پيل هيون ۽ هيٺ پلاسٽڪ وڇايل هئي جنهن تي بہ مريد ويٺا هئا، سليم پير صاحب کي پيرين پئي ۽ ادب جا هٿ ٻڌي پلاسٽڪ تي ويهي رهيو مان ڪيس معمولي طرح جهڪي هٿ ملايو جڏهن تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي بوٽن سميت اچڻ جي اجازت نہ هئي ۽ سليم بہ پنهنجا بوٽ دروازي تي لاٿا هئا، پر مون پنهنجو بوٽ ڪونہ لاٿو هو.

مان بنا اجازت جي اچي ڪرسيءَ تي ويٺو هوس، تي سگهي ٿو تہ اها ڳالهہ پيرصاحب کي خراب لڳي هجي جو تہ مان سندس چهرو پڙهي نہ سگهيو هيس جاڪاڻ تہ سندس منهن تي ڪارو چشمو چڙهيل هو، رسمي گفتگو کانِ پوءِ چانهہ آئي، جنهن مهل چانهہ پي رهيا هئاسين تہ ان وقت درگاهہ جي اڱڻ ۾ بہ ماڻهو هڪ سورهن، سترهن سالن جي ڇوڪري کي سهارو ڏئي وٺيون پئي آيا.. ان ڇوڪر جون اکيون ڦاٽل هيون ۽ هو بلڪل ليڙو هو ڪنهن مهل ساڄي پاسي واري ماڻهوءَ ڏانهن تي ليٽيو تہ ڪنهن مهل کابي پاسي واري ماڻهوءَ ڏانهن، اهڙي نموني هو اندر آيا ۽ هنن ڇوڪر کي ڪمري ۾ وڇايل پلاسٽڪ تي ليٽايو. ان کان پوءِ ڇوڪر جي پيءُ پير صاحب سان ڳالهائڻ شروع ڪيو.

"قبلا سائين! هن کي جنڙي آهي، ڪنهن ڪنهن مهل لهر بہ ڪري ٿو ۽ پوءِ ڏڪي ڪري پوي ٿو، سندس جنڙي ڳالهائڻ لڳي ٿي ۽ چوي ٿي تہ هن منهنجا ٻچا ماريا آهن، مان هن کي نہ ڇڏينديس ۽ اهو بہ چوي ٿي تہ مان پير صاحب جي مريدياڻي آهيان، زيارت تي وئي هلو.. ان لاءِ بابل حاضر ٿياسين.

پيو مڙيوئي خير".

پير صاحب سندس ڳالهيون ٻڌي ڪنڌ لوڏي رهيو هو. ۽ سگريٽ جا ڪش هڻي رهيو هو، ۽ اهو به چئي رهيو هو ته. "انهيءَ ڪي موچڙن سان تا سڌو ڪريون گهٻراءِ نه". ۽ پير صاحب سگريٽ وارو هٿ ان چوڪر مٿان ڦيرائي ڪجهه پڙهڻ لڳو، ان ڪان پوءِ سڳو، ڌاڳو، دعائون ۽ تعويذ پڻ لکي ڏنائين. انهن ۾ ڪجهه پيئڻ لاءِ به هيون، پير صاحب کين هدايت ڪئي ته اهي دعائون پپر جي سائي پن ۾ ويڙهي، جي پپر جو پن نه ملي ته پوءِ هيرڻ جي پن ۾ ويڙهي درياءُ پارڪجو.. (ڇاڪاڻ ته هو پار ڪان آيل هئا)، پير صاحب ڪان نينگر جي پيءُ تعويذ وٺي ڪيسي مان.سو جو نوٽ ڪڍي پير صاحب کي ڏنو پوءِ خير جي دعا گهري وٺي. ان ڪانپوءِ هنن چوڪر کي اٿاريو ۽ ڪيس سهارو ڏئي وٺي ويندا رهيا.

پير صاحب فيصلن، فتوائن، پيريءَ مريديءَ جي سلسلي ۾ دعائن، تعويذن ۽ ڏن پٽ تحت پنهنجا جيب گرم رکندو هو، وٽس عورتن، عاشقن ۽ معشوقن جي رش پڻ رهندي هئي.

مان بہ شاعريءَ جا قاعدا ۽ اصول سکڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن پير صاحب وٽ ويندو هيس، پير صاحب اسان کي پنهنجا شعر ٻڌائيندو هو ۽ اسان واه! واه ۾ پورا هوندا هئاسين ۽ پوءِ اسان کي انهن جا بحر وزن پڻ ٻڌائيندو هو ۽ چانهه به پياريندو هو، جيڪڏهن مريدن جي گهٽائي ٿي ويندي هئي ته اسان کي ٻئي ڏينهن اچڻ لاءِ چوندو هو. سليم ڪڏهن مون سان ايندو هو، ته ڪڏهن ته به ايندو هو. پير صاحب وٽ گهٽي اچڻ سان خبر پئي ته پير صاحب پاڻ به صحيح لائين جو ماڻهو نه آهي. ڪڏهن ته درگاهه جي اندر ٺين ڪمري ۾ عورتن جا جن ڪڍندو هو، ته ڪڏهن خوبصورت چوڪرن سان دل پشوري ڪندو هو، وٽس جيڪي ماڻهو ايندا هئا تن کي معاشري ۾ سٺي عزت سان نه ڏٺو ويندو هو، جن ۾ اڪثريت موالين جي هئي. پهريائين ته مان انهن کي پيرصاحب جو مريد سمجهي نظر انداز ڪندو هيس پر پوءِ خبر پئي ته پير صاحب پاڻ به انهيءَ مرض ۾ (نشي)

مبتلا آهي ۽ اهو سندس ڪاروبار پڻ آهي. هڪ ڀيري ته پاڻ پنهنجي هٿن سان پير صاحب هڪ ماڻهوءَ کي پڙيون ڏئي رهيو هو، ڪيس هڪ دفعو شراب پيئندي ۽ چرس جو سوٽو هڻندي به ڏٺو هيم ۽ هن صاحب مون کي به آفر ڪئي هئي، ليڪن مون اها ٺڪرائي ڇڏي هئي، جوته مان نشو ته پري پر سگريٽ به ڪڏهن چپ تي نه رکيو آهي.

پير صاحب کي مون ڪڏهن به نماز پڙهندي نه ڏٺو. ائين پيو سمجهه ۾ اچي ته شايد عيد نماز به معاف ٿيل اٿس.

پير صاحب جي شاعري تي فارسيءَ ۽ اردو جو تمام گهڻو اثر هو، سندس شعر ٻڌي ائين پيو ڀاسندو هو ته ڄڻ شيخ سعدي، حافظ، رومي، عمر خيام جا شعر پيو ٻڌان. پر ڪم علميءَ سبب ڪيس ڪجهه به نه ٿي ڄڻي سگهيس، سندس شعرن ۾ شراب ۽ شباب جو ذڪر ڪثرت سان هوندو هو.

ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ وري اهي ساڳيا ماڻهو ان ڇوڪر کي وٺي وٺي آيا هئا، هن وقت اهو ڇوڪرو تمام گهڻو ڪمزور ٿي ويو هو، سندس اکيون ٻاهر نڪتل ۽ رنگ ڦڪو هو، اهو پير صاحب جي ڌاڳن ۽ تعويذن جو اثر ۽ ڪمال هو جن هن کي هڏائون پڃرو بڻائي ڇڏيو هو. سندس پيءُ پير صاحب آڏو ليلائي رهيو هو. ان جي آزين جو پير صاحب تي ڪوبه اثر نه پئي ٿيو. هو مسلسل سگريٽ جا ڪش هڻي رهيو هو، ائين پيو لڳي ته ڄڻ سندن بيوسيءَ جو مذاق اڏائي رهيو هجي. مون کان انهن جي توهين برداشت نه پئي ٿي ۽ مون کين ڇوڪر کي ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ جو مشورو ڏنو.

"ڊاڪٽر وري اسان کان مٿي آهن ڇا؟ ۽ پيو ته جن کي ڊاڪٽر ڇا ڪندا. اسان جو علم جنن لاءِ هڪ تڪ آهي". پير صاحب مون ڏي نهاريندي چيو.

مان چپ ٿي ويس ڪجهه ڪري به نه ٿي سگهيس. پير صاحب وري کين دعائون ۽ تعويذ ڏنا. هن واري پير صاحب کي به سو روپيا ڏنا هئائون ته من پنهل ٺيڪ ٿئي..

پير صاحب وٽ ڪڏهن ڪهڙو مسئلو ايندو هو ته ڪڏهن

کهڙو. مان ماڻهن جو حال ڏسي ڪين مشورا ڏيندو هيس ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته پير صاحب جا مريد پڇاڻڻ جي چڪر ۾ هيس، جنهن تي هو ناراض ٿي ويندو هو، مون ڪي ته منهن تي ڪجهه به نه چوندو هو البته سليم کي چوندو هو ته تون پنهنجي دوست کي سمجهاءِ منهنجي معاملن ۾ دخل نه ڏئي، شاگرد هجڻ جي ناتي ڪيس اهو زيب نٿو ڏئي.

سليم جڏهن به مون وٽ ايندو هو ته مان سمجهي ويندو هيس سندس ڪِلڻ مان.

"ڪهڙو حال آ صابن". سليم ايندي چيو.

"ٺيڪ آ – تون ڪيئن آهين؟". مون جواب ڏنو.

"مان به ٺيڪ آهيان. هڪ گذارش آهي ان لاءِ حاضر ٿيو آهيان، اُها اِها ته تون سائين پير صاحب جي ڪمن ۾ مداخلت نه ڪر، اڄ هن مون کي چيو آهي، ته تون وڃي کيس سمجهاءِ، يار! هو وڏو عالم آ. بزرگ آ. هن جا لکين مريد آهن، وڏي گادي اٿس".

"يار! ڪير ٿو پڇي اڄ پير پرستيءَ ۽ گادي کي، هن سائنسي دؤر ۾ ۽ پير به آهي، ته ڪهڙو سچو پچو، ڪهڙو عمل اٿس.. هڪ ته موالي، ٻيو نماز نه روزو، اهڙو عالم ڪهڙي ڪم جو، ان کي عالم چوڻ عالمن جي توهين آهي، تو پنهل کي ڏٺو هو نه، هو نوجوان ڇوڪرو جنهن کي جن ڪڍائڻ لاءِ وٺي آيا هئا. ان جي ڪالهه مون حالت ڏٺي هئي بلڪل هڏن جو ڍانچو وڃي بچيو آهي.. هُن جو بچڻ مشڪل آهي تي سگهي ٿو ته هُو رات گذاري ويو هجي، اهو ته هڪڙو پنهل آهي پر ٻيا به ڪيترائي پنهل هن وٽ آيا هوندا ۽ ايندا رهن ٿا ڪڏهن سوچيو اٿئي". مون سندس ڳالهه ڪٽيندي جذباتي انداز ۾ چيو.

"هوش ڪر. هو تنهنجو شاعريءَ ۾ استاد آهي". سليم پڻي ٽپيندي چيو.

"واه جو شاعر آ، ڪڏهن اقبال جو ترجمو ٿو پڙهائي، ته ڪڏهن غالب جو، ته ڪڏهن ذوق جو، ته ڪڏهن حالي جا پيو ترجمان ڪري سنڌيءَ ۾ پڙهائيندو. هو رباعي نه اٿس مسلمان جي عنوان واري.. هل ته توکي سندس

وٽ ئي پيل ديوان اقبال ۾ ڊيڪاريان بلڪل هو بهو نقل ڪيل اٿس. ۽ سندس تصنيفون جيڪي هو ڏڙا ڏڙ لکندو ٿو وڃي ۽ جنهن جو تعداد ٿو وڌائي ته تيهه کن آهن انهن جو ڇا حشر هوندو". مون سليم کي چيو.
"يار ايڏو وڏو الزام نه هڻ سائينءَ تي". سليم چيو.
"ڇريا اهو الزام نه آهي هو اسان کي ته ڇا پر مشاعري ۾ ايندڙ هر شاعر کي بيوقوف ٿو ڪري". مون چيو.
"مان به چوان ته وڏن شاعرن کي ڇو نه ٿو مشاعري ۾ دعوت ڏئي.. جڏهن به ڪنهن جي ڳالهه ڪي ته مخالفت ٿو ڪري ته اهو ههڙو.. اهو ڇا ڇاٽي شاعري مان.. ٿي سگهي ٿو ته تون صحيح هجين". سليم چيو.
"سليم اڳتي وٺس نه هلنداسين". مون سليم کي چيو.
"مان ائين نٿو ڪري سگهان ڇو ته هو منهنجو پيءُ ڏاڏي کان مرشد آهي". سليم چيو.
"يار اڄڪلهه زمانو بدلجي ويو آهي ڪير ٿو پڇي اهڙين ڳالهين کي. انهن دقيانوسي رواجن کي معاشري مان ڪيڻ گهرجي، اها حالت آخر ڪيستائين رهندي". تبليغ واري انداز ۾ مون سليم کي چيو.
"يار تنهنجي مرضي تون وڃين يا نه وڃين مان توکي مجبور نه ڪندس، پر جي وڃين به، ته سندس ڪمن ۾ مداخلت نه ڪندو ڪر". سليم چيو.
"توکي خبر آهي ته پير صاحب ڪارو چشمو ڇو ٿو پائي؟". مون سليم کان پڇيو.
"مون کي ڪا خبر ناهي مان گذريل ويهن سالن کان ولي سائينءَ کي ائين ٿو ڏسندو اچان. هن پنهنجي منهن تان اهو چشمو ڪڏهن به نه لاٿو آهي خبر ناهي ته سمهڻ مهل به لاهيندو هوندو يا نه". سليم چيو.
"هو انتهائي ظالم ماڻهو آهي ۽ دل سان هو ڪنهن کي به عزت نه ڏيندو آهي.. هو انسانن کان نفرت ڪندڙ ماڻهو آهي، هو اکين کي ان ڪري ٿو لڪائي ته جيئن ماڻهو سندس چهرو پڙهي نه سگهن، واقعي به آخر انهيءَ چشمي ۾ ڪهڙو راز رکيل آهي... حالانڪ هو نظر جو به نه اٿس پوءِ به پير

صاحب ڪارو چشمو چو ته پائي خير أن تي پوء ڳالهائبو". في الحال مان هلان ٿو.

سليم جي وجڻ کان پوء دل ۾ پڪو پهه ڪيم ته اڳتي پير صاحب وٽ ڪونه ويندس.. وري سوچيم ته جي مان نه ويندس ته جهالت جي خاتمي لاء پرچار ڪير ڪندو.

گهٽ ڏينهن کان پوء موڪل واري ڏينهن پير صاحب جي درگاهه تي ويو هيس ان وقت صبح جا سوا نوَ ٿيا هئا ۽ پير صاحب ورانڊي ۾ پنهنجي نقلي ڏندن کي هٿ ۾ جهلي بُرش ڪري رهيو، ان وقت سندس منهن تان ڪارو چشمو غائب هو جيڪو هميشهه مون لاء سوال بڻيل هو، مون پيرصاحب جي پرسان وجي سلام ڪيو ۽ پير صاحب سلام وراڻيو .

"تون هن مهل خير ته آهي نه". پير صاحب چشمي پائڻ لاء اتندي چيو.

"اڄ موڪل آهي هوندڻ به گهڻا ڏينهن ٿيا آهن جو اوهان سان ملاقات نه ٿي آهي ۽ پيو ته هڪ ڪتاب جي ضرورت اٿم ان سلسلي ۾ حاضر ٿيو آهيان". مون چيو.

"چڱو اندر هلي ويهه ته ڏيانء ٿو". پير صاحب چيو.

اڄ مون کي پنهنجي سوال جو جواب ملي ويو هو، جڏهن منهنجي نظر پير صاحب جي چشمي لٿل منهن تي پئي ته مان حيران ٿي ويس، چو ته سندس اکين ۾ ڦلا ۽ منهن تي ماتا جا چڱهه هئا، پير صاحب اکين کان تيڏو به هيو سندس اکيون تيز ڳاڙهيون هيون ۽ انهن جي چوڌاري ايريل سائو دائرو ظالم هجڻ جي نشاندهي ڪري رهيو هو. سندس چهرو انتهائي ڪرهت آميز هو وڏين گهاٽين مڇن، ڏاڙهي ۽ ڪاري چشمي سندس سيئي عيب لڪائي رکيا هئا.....!!

# ويـاجي صاحب

هُن جو شـمـار ڳوٺ جي زمـيندارن ۾ ٿـيندو هو ان جي
باوجود بہ ڪيس دولت ڪٺي ڪرڻ جو تمام گهڻو حرص هوندو هو. جڏهن
سعودي عـرب جو سڪو اڀرڻ ٿيو هو تہ سندس من ۾ اوڏانهن وڃڻ جي
آنڌ مانڌ ٿي هئي. ۽ هو ڪمائڻ خاطر وڃي پلي پار پهتو هو. سندس خيال هو
تہ دين بہ اُتي، ايمان بہ اُتي آ، هتي ڇاهي، ائين چئي هو اصل ڳالهہ (ڪمائڻ
واري) کي لڪائيندو هو.
هتي ڪڪ پيجي پيٽـو نہ ڪرڻ وارو قـربان علي اُتي تغاري ڪـڻڻ لڳو هو.
جيڪڏهن تر جو ڪو ماڻهو اُتي ڪيس ڏسندو هو تہ ڪين ائين چوندو هو تہ"
بابا ويني تہ شينهن بہ ٻڪ مري ويندا، اسان تہ وري بہ انسان آهيون".
وقت گذرندو رهيو، هُن کي اُتي ڇهہ مهينا گذري ويا هئا.
ان وچ ۾ هُن پنهنجي ڳوٺ ۽ آسپاس جي ڳوٺن وارن ماڻهن سان پڻ واسطا
وڌايا هئا. هڪـڙي ڏينهن هُن پنهنجي هٿن سـان خط لکي سـيني کي پڙهي
ٻڌايو هو جنهن ۾ پٽ ڄمڻ جي ڳالهہ بہ لکي هئائين. تنهن تي سـيني ڪـٺي
ڪيس مبارڪون ڏنيون هيون ۽ هُن پٽ جي ڇٽيءَ جي خوشيءَ ۾ سيني چاتل
سڃاتل ماڻهن کي دعوت ڏني هئي. دعوت ۾ مبارڪ طور ماڻهن ڪيس پئسن
جي هارن کان علاوه سوَ سوَ ۽ بہ سوَ ريال پئي ڏنا. ائين هُن وٽ ڪافي پئسو
اچي ويو هو.

ڪجهہ ڏينهن ڪـان پوءِ، پـر جي ڳوٺ جو حـاجي مـوسـو
پاڪستان مان آيو هو جنهن اچي مـاڻهن کي ٻڌايو تہ هُن کي ڪو بہ پٽ
ڪونہ ڄائو آهي. تنهن تي قربان علي ڦڪائيءَ وچان چيو هو تہ "چار نياڻيون
تہ اڳ ۾ ٿي اتم گهرواري اُميد سان آهي، اَن ڪري اِڳواٽ خوشي ڪيم تہ

من خدا مون کي ٻلي ڀار ۾ پٽ جي خوشخبري عطا ڪري". ان ڪان پوءِ هو ٻه سال اُتي رهيو هو. ان وچ ۾ ڪيس پٽ ٻه ڄائو هو پر دعوت نه ڪئي هئائين.

هاڻي هو وطن موٽي آيو آهي، ڪافي دولت ڪَڏ ڪئي اٿس، ڪنجوس ايڏو جو الله جي نالي تي ڪنهن کي ٽڪر به نه ڏئي، پاڻ به توري تکي ڪائيندو آهي، ٻارن جي صحت ۽ تعليم جو ته خيال ئي ڪو نه اٿس. بيماريءَ مان ٻه ڇڙي ڇڙي چڱا ڀلا ٿيندا ته ٺيڪ نه ته سندس پيءُ اُنهن جو علاج ڪرائيندو آهي.

اڄ ڪلهه وٽس ڏاڍا ماڻهو اچن ٿا، هو اُنهن سان پنهنجي مُنهن ڳالهائيندو آهي سو به مسجد ۾ وڃي ويهي، ڇو ته حاجي صاحب صوم و صلواة جو پابند آهي، سندس ڪاروبار جيڪو مسجد ۾ طئي ٿيندو آهي، اهو اسلام ۾ حرام قرار ڏنل آهي، ان ڪري ئي ڳوٺ جا ماڻهو ڪيس "وياجي صاحب" سڏيندا آهن.

# دهشتگرد

مان سال ۾ ٻه ڀيرا نمازون پڙهندو هيس، سي ٻه عيدن جون. گهرواريءَ جي روزانه تبليغ ايترو مسلمان ڪيو هو جو سالِ ۾ ڪان رمضان مهيني جا روزا به رکندو اچان ۽ رمضان مهيني ۾ پنج ئي وقت نمازون پڙهي سڄي سال جا گناهه بخشرائيندو آهيان. ان ڪان پوءِ مسجد جو منهن به نه ڏسندو آهيان. هن ڪان اڳ تبليغي جماعت وارا به ڪيترا دفعا تبليغ ڪرڻ لاءِ ايندا آهن ۽ هنن کي ائين ئي چوندو آهيان ته اسين ماٺهو جڏهن پوڙها ٿيندا آهيون ۽ سڀ ڪجهه هٿن مان هليو ويندو آهي پوءِ الله به ياد ايندو آهي ته نمازون به پڙهندا آهيون. هينئر اڃان مان جوان آهيان، ڪجهه انتظار ڪريو، پڙهندس پر پيريءَ ۾. هو ڪڏهن ناراض ٿيندا هئا ته ڪڏهن هدايت ڪري هليا ويندا هئا.

هن سياري جي وئڪيشن ۾ پار ڳوٺ ويا هئا ۽ مان اڪيلو هيس. سو سستيءَ وچان تيار ٿيندي منجهند جا ٻه ٿي ويا هئا. سوچيم ته جمعي جو ڏينهن آهي اڄ پلا ڪٿي مسجد. جو منهن ڏسجي ۽ الله کي ياڏائجي، ڇو ته اسان انسانن کي مالڪ جي يادگيري صرف ڏکئي وقت ۾ ايندي آهي منهنجي مٿان به ڏکيو وقت هو. هڪ ته مهانگائي ٻيو ته آمدني ٿوري ٿيون مهيني جي پوين تاريخن کان وڌيڪ ٻيو ڏکيو وقت کهڙو ٿي سگهي ٿو. سو دل ٻڌي مسجد ۾ ويس. ان وقت پيش امام خطبو پڙهي رهيو هو، جيترو وقت خطبو هليو پيش امام ڳالهه ڳالهه تي قسم تي ڪنيا. هو اُن وقت مون کي بي ايمان واپاري وانگر لڳي رهيو هو جيڪو پنهنجو ناقص مال ڪوڙا قسم ڪٿي اگهائيندو آهي ۽ گراهڪ اعتبار ڪري خريد ڪندا آهن.

خطبي کان پوءِ فرض پڙهايو ويو. سلام ورائڻ کان فوراً پوءِ ويڪري مُنهن

بندري قد ۽ گهاٽي جسم سان هڪ ماڻهو اٿي بيٺو، سندس مُنهن تي اڇي ڪاري مڪس چاپٽين. گهاٽي ڏاڙهي هئي ۽ اکين مٿان وڏن فريمن سان ڪارو چشمو چڙهيل هو، اٿي بيٺو ۽ اردو ۾ چوڻ لڳو:

"دهشتگردون ني هماري گهر جلا ديئي هين، ڪچ بهي نهين بچا هي هماري پاس، ڪرايه تڪ نهين جو گائون پهنچ سڪين، خدا ڪي قسم دو دن سي ميري بچون ۽ اور مين ني کانا نهين کايا ظالمون ني همين برباد ڪرديا هي، خدا ڪي ليئي هماري مدد ڪرو".

ماجرا ٻڌائيندي سندس لهجو روئڻهارڪو ٿي ويو، پهرئين ته ائين سمجهه ۾ آيو ته هي نابين آهي ليڪن هُن روئڻ وارو ڪوڙ لڪائڻ خاطر ڪارو چشمو اکين تان لاٿو ۽ ڪين مهتي ڳاڙهو ڪري ڇڏيائين. سندس اکين ۾ ڳوڙهن جو ڪو به نالو نشان نه هو. ايتري ۾ پيش امام دعا گهرڻ لڳو، منهنجي نظر اُن جي چهري ۾ هئي ۽ مان هُن کي سڏ ڪندو ۽ مسڪندو ڏسي رهيو هوس، خبر ناهي ته ڪيڏي مهل دعا ختم ٿي. مون اهو پئي سوچيو ته جيڪڏهن هي واقعي روئي ٿو ته هن جا ڳوڙها ڇو نٿا نڪرن. خيال جو سلسلو ٽٽي پيو، جڏهن ماڻهو سُنت پڙهڻ لاءِ اٿيا، مان به دعا وارا هٿ مُنهن تي آڻي ڪلمو پڙهي اٿيس ۽ اُن ماڻهو جي پويان اچي بيهي رهيس. ماڻهن هُن کي سوَ سوَ جا نوٽ پئي ڏنا ۽ ڪن پنجاهه-جا ته ڪن ڏهن ڏهن جا نوٽ پئي ڏنا، سمجهيم ته هُن کي ٻه ٽي هزار روپيا ملي ويا هئا، اجان به هو ٻاهر نڪري مسجد جي اڱڻ ۾ اچي بيٺو هو ساڳيو ئي روئڻهارڪو ٻوٿ ڪيو، ۽ سندس مُنهن تي ڪارو چشمو چڙهيل هو. وري به هڪ دفعو هُن جي ڀرسان اچي ڪيس ڏٺو هوم پر هُن جون اکيون ڳوڙهن کان خالي هيون. باقي نماز پڙهڻ کان پوءِ جو نهاريم ته اهو شخص غائب هو، خبر ناهي ته هو ڪيڏي مهل مسجد مان هليو ويو. مان دعا گهري ٻاهر نڪتس. هن جا ڳالهايل لفظ منهنجي ڪنن ۾ ٻُري رهيا هئا. مان هن جي باري ۾ سوچڻ لڳس ته واهه جو سندس پنڻ جو انداز هو ۽ هو به ٽن منٽن ۾ خدا جي گهر ۾ ايڏو وڏو ڪوڙ ڳالهائي ڪمائي ويو. مان حيران هيس، گهر آيس سوچڻ وينس ته

هي واقعي ستايل هو يا اهو سندس ڏنڌو هو ۽ جيڪڏهن اُهو سندس ڏنڌو هو تہ ڏاڍو سُنو جو بنا سيڙپ جي گهڻي ڪن ۾ ايترو ڪمائي وڃجي. سوچن جو سلسلو ختم ڪري اخبار کڻي پڙهڻ لڳس.

ڪراچي جي امن امان واري صورتحال ۽ دهشتگردن جون من مانيون، لاشن جون پوريون، قانوني سختي ۽ ڇاپن جو سلسلو، هٿيار هٿ ڪرڻ، دهشتگردن جو هيٺين علائقن ۾ پيجي اچڻ جو سلسلو، هڙتالون، قتل و غارت جي سلسلي سبب عوام پريشان. اخبارن ۾ انهن ڳالهين جي ذڪر ڪان سواءِ پڙهڻ لاءِ ٻيو ڪجهڙو مواد ٿي سگهيو ٿي. خير،اخبار رکي ٽي وي آن ڪيم. خبرون پئي هليون، سوچيم تہ چاءِ ناهجي اچا رڌڻي ۾ ويس ئي مس تہ ڪال بيل وڳو. دروازي تي آيس منهنجو دوست علي بيٺو هو.

"اسلام عليڪم". علي چيو.

"و عليڪم السلام". مون چيو.

"ڪر خبر". عليءَ کان پڇيم.

"سڀ خبرون در تي ونڌين يا اندر اچڻ لاءِ بہ چونڌين، ڪٿي اڪيلائيءَ جو فائدو تہ نٿو وٺين". عليءَ چيو.

"اچ..اچ.. يار اندر اچ، ڏاڍو ڪو شڪي مزاج آهين". مون کيس چيو.

در کي ڪُنڊي ڏئي ٻئي اندر آياسين ۽ پاڻ ۾ ڪچهري ڪرڻ ويٺاسين.

"يار اخبارن ۾ تہ رڳو دهشتگرديءَ جي ڪارواين جا تفصيل آهن، نئين ڪا خبر چار ٻڌاءِ". مون کيس چيو.

"اچ پنهنجي پوليس هڪ دهشتگرد پڪڙيو آهي، اُهو ڏسيو پيو اچان". عليءَ چيو.

"دهشتگرد .؟". مون حيران ٿيندي چيو.

"ان ۾ حيران ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي چوڪ تي جهليو بيٺا اٿس وڃي ڏسي اچ اسانجي پوليس جو ڪارنامو". عليءَ چيو.

"چڱو هل تہ هلون چاءِ بہ اُتي تا پيئون". مون عليءَ کي چيو.

گهر کي تالو هئي، ٻئي ڄڻا چوڪ تي پهتاسين، ماڻهن کي پري ڪري مون دهشتگرد کي ڏٺو تہ حيران ٿي ويس. هي دهشتگرد آهي؟. مون کي ٻہ ائين پئي لڳو، سوير هن قاضين واري مسجد ۾ روئڻهارڪي انداز ۾ الله جا قسم کڻي ٻارن ٻچن جي بکئي هئڻ سبب خيرات پئي ورتي ۽ منٽ ۾ سوين روپيا ملي ويا هئس. مون عليءَ کي ٻڌايو.

"نہ، نہ.. تون ڀليو آهين، ڀهرين ڳالهہ تہ تون مسجد ۾ ويو ئي نہ هوندين". عليءَ چيو.

"علي مان مذاق نٿو ڪريان، اڄ مان ويو هئس نماز پڙهڻ، مون هن ماڻهوءَ کي اُتي ڏٺو هو". مون عليءَ کي اعتبار ڏياريندي چيو.

واپسي ۾ چاءِ پي گهر آياسين. ان کان پوءِ ڪجهہ پيا ٻہ دوست آيا هئا جن سان ڪچهري ۾ ويهي وياسين. نوين بجي ڌاري دوستن موڪلايو هو ۽ مان فرج مان ڪجهہ کاڌو ڪڍي بورچي خاني ۾ گرم ڪرڻ لاءِ هليو ويس، ماني کائي ڪتاب پڙهڻ لڳس ۽ پوءِ خبر ناهي تہ ننڊ جي ديوي ڪيڏي مهل مون کي پنهنجي ياکر ۾ کڻي وئي.

صبح جو اخبار ۾ اُن دهشتگرد بابت رپورٽ پڙهي حيران ٿي ويس جنهن ۾ هن ٻيا تہ ڪيترائي ڏوهہ ٻاسيا هئا ليڪن پنڻ بابت لکيل هو تہ "اسان کي هاءِ ڪمان طرفان حڪم هو تہ اندرين علائقن ۾ وڃي مسجدن مان پنڻ شروع ڪريو جو تہ سرمائيدار ۽ وڏا واپاري اوهان کي سڃاڻپ ۾ ايندا، اُنهن کي اک ۾ رکي کين ختم ڪريو، اهڙي طرح شهرن ۽ ڳوٺن ۾ قهرام مچائي ڏيو. تہ منهنجا ٻار بکيا هئا، نہ مان ئي بکيو هيس، انهن خيرات وارن پئسن مان کين ئي ختم ڪرڻو هو پر مسجد کان ٻاهر نڪرندي پڪڙجي پيس".

اُن بيان سان گڏوگڏ هن پنهنجي ساٿين جي پڻ نشاندهي ڪئي هئي جن مان ڪجهہ پوليس پڪڙي ورتا هئا ۽ ڪجهہ ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هئا.

# مون پانيان مِزمان

شام جو وقت هو سج سڄي ڏينهن جي ٿڪاوٽ دور ڪرڻ لاءِ آرام ڪرڻ جا سانباها ڪري رهيو هو. پکي توڙي، جانور، هاري ناري، ڪمي ڪاسبي پنهنجي ماڳن تي وري رهيا هئا، مان به مزدوريءَ تان لهي گهر وڃي رهيو هيس سرڪٽ هائوس پرسان، واهه (واٽر) جي موريءَ تي ويٺل ماڻهوءَ مون کي سڏ ڪيو مان پيچيرو (سائيڪل) تان لهي پيس، روڊ جي ڀِرِ پاسي ڏانهن واهه جي ڪپ تي به عورتون اچن برقعن سان ويٺل ڏٺم، سڏ ڪندڙ ماڻهو پرسان آيو ۽ نماڻائيءَ سان چوڻ لڳو:

"مسافر آهيون، ڪرايو کٽي پيو آهي ، ڪجهه مدد ڪر، ٻار ساڻ اٿم، مجبوري آ".

اندر واري انسان ڏاڍو جوش ڪاڍو ۽ حاتم طائيءَ کان سخاوت ۾ گوءِ کڻڻ لاءِ سوچڻ لڳس، پر منهنجي حالت "آٺين ۽ چاڙهين ڏٽ ڏهاڙي سومرا" واري آهي، تڏهن به ڪجهه پئسا ڪيس ڏنم، حُليي مان هو ايترو مجبور نه پئي لڳو، سندس ڪپڙا لٽا به ٺيڪ ٺاڪ هئا.

ان ڳالهه کي ڪجهه ڏينهن گذري ويا هئا ۽ ساڳيو ماڻهو مون کي وري شهر جي ٻئي هنڌ تي نظر آيو هو. هُن هڪ دفعو وري مدد گهري، مون ڪيس چيو ته:

"اڃا تنهنجو ڪرايو پورو نه ٿيو آهي". پوءِ سمجهيم ته هي پنڻ جو نئون انداز آهي. منهنجي ٿوري چوڻ تي هن جي چهري تي ڪاوڙ جا آثار ظاهر ٿيا ... پر هو ڪجهه چئي نه سگهيو... هو ماڻهو ڏاڍو پرسرار لڳي رهيو هو!.

رات جي پوئين پهر فجر جي اذان کان ٿورو اڳ دروازو کڙڪيو... دروازي کڙڪائڻ وارو منهنجو پاڙيسري قاسم هو. آواز سڃاڻي دروازو کوليم ته، قاسم رڙين ۾ شروع ٿي ويو:

"اڙي ادا منهنجو الهه تلهه کٽي ويا. مان برباد ٿي ويس. مون ته هٿن کي ٻي

سهارا سمجهي سهارو ڏنو هو رات تڪائي هئي. ادا مون سان قهر ڪري ويا".

قاسم بس ڪرڻ جو نالو ئي نہ ٿي ورتو.

" ڪير هئا؟". مون پڇيو.

"مهمان هئا". قاسم وراڻيو.

"مائٽ هيئي؟". مون پڇيو.

" نہ چور هئا، ٺڳ هئا". قاسم روئندي چيو.

" پلاتون کين سڃاڻندو هئين". مون پڇيو.

"سڃاڻندوئي تہ ڪونہ هيس. ٻہ عورتون ۽ هڪ مرد هئو. ڪرايو ڪٽل هين رات تي وٺي هئي مان مٿن رحم کائي گهر وٺي آيس. ويل ڪري ويا ادا!". قاسم روئڻهارڪي انداز ۾ چيو.

مون ۽ قاسم پاڙي جي پين ماڻهن کي وچي اٿاريو کي سائيڪلن تي، تہ ڪي موٽر سائيڪلن تي. شهر جا گهٽ وٺي ويهي رهيا هئا... پر ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيو هو. ٿاڻي تي آياسين قاسم جا ساڳيا ماين وارا پار ٻڌي اي. ايس.آءِ. ڪُرڙيون اکيون ڪري نهاري چوڻ لڳو:

"نہ ويندا... پيڻ جا... جوءِ جا... نيٺ تہ هٿ ايندا". هو شهپرن کي وٽي رهيو هو.

"سائين مان مسڪين آهيان، پائي پائي گڏ ڪري گهرڙو ٺاهيو هيم". قاسم چيو.

"بابا! گهبرايو نہ ڪاڏي ويندا، اڳي پوءِ هتي ايندا". اي.ايس.آءِ کين دلجاءِ ڏيندي چيو.

"سائين پارتڙي هجيو، مهربانڙي ڪجو، مان ڏاڍو غريب آهيان". قاسم ٻانهون ٻڌندي چيو.

"مون توکي چيو هو تہ تون کين ترساءِ، گوڙ نہ ڪر، چيم تہ جاچ ڪبي، توهان وچي سگهو ٿا". اي ايس آءِ تڙي ڏيندي چيو.

"سائين مون تہ مزمان پانيا هئا، مون کي ڪهڙي خبر". قاسم چيو.

" اڙي! وڃو ٿا يا ڪيانو بند، اچي آرام ڦٽايو اٿوَ".

# ٽين جنس

منهنجي گهر جو دروازو ڪڙڪيو، ٻاهر نڪتس ڏٺم ته هڪ سٺ پنجهٺ سالن جي عمر جو ڳوناٽو ماڻهو بيٺو هو، منهنجي هن سان ڪابہ ڄاڻ سڃاڻ ڪانہ هئي مان حيرت وچان هن کي ڏسي رهيو هوس، سندس صحت ٺيڪ ٺاڪ، رنگ اڇو اڪيون ڳاڙهيون، جن ۾ پچيون بہ صاف نظر اچي رهيون هيون، ڪيس سوٽي ۽ پراڻا ڪپڙا پاتل هئا، ڪلهي تي انگوشو ۽ پيرن ۾ ٽائرن مان ٺهيل چپل پاتل هيس.
"توهان کي ڇا کپي، ڪهڙو ڪم آهي مون ۾".
"مون کي خيرات کپي. هن مانيٽي انداز ۾ چيو.

خيرات گهرڻ جي انداز مان هو پيشاور فقير نہ پئي لڳو ۽ نہ ٿي وري ايڏو مجبور. مون هن کي خيرات ڏني ۽ هو هليو ويو، پئي ڏينهن مان پنهنجي دوست درزيءَ جي دوڪان تي ويٺو هيس تہ اهو ساڳيو پوڙهو ماڻهو خيرات وٺڻ لاءِ درزيءَ جي دوڪان تي چڙهي آيو هو، هن واري هن مونکان خيرات نہ گهري هئي. درزيءَ هن کي خيرات ڏني هئي، البتہ هو مون کي ڏسي ضرور رهيو هو ۽ خيرات ملڻ شرط ٿي هو اسان ٻنهي ڄڻن کي ڏسندو ڏسندو هليو ويو، مان هن کي پٺندو ڏسي سوچي رهيو هيس تہ هي ماڻهو اڃا ايترو ڪمزور ناهي، جو پني ڪائي، هي تہ صحتمند آهي ڪيس محنت مزدوري ڪرڻ گهرجي. پر جي مزدوري نٿو ڪري تہ هلڪو ڦلڪو ڌنڌو يعني ٻارن جون شيون وڪڻي پنهنجو پيٽ گذر ڪري سگهي ٿو.

ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ هو وري منهنجي در تي خيرات وٺڻ لاءِ آيو هو ۽ دروازو ڪڙڪايو هئائين. مون ٻاهر نڪري هن کي خيرات ڏني هئي ۽ جڏهن دروازو بند ٿي ڪيم تہ هڪ پيرو هن کي ڏٺو هيم، هو پنهنجي جاءِ تان

اجان سرڪيو ئي ڪونہ هو هن جي رويي مان ائين پئي لڳو ڄڻ هن ڪجهہ چوڻ ٿي چاهيو پر هو ڪجهہ بہ نہ چئي سگهيو ۽ هليو ويو، مان بہ دروازو بند ڪري واپس اچي مطالعي لاءِ ڪتاب کڻي ويٺو هوس.

گهر ۾ مان اڪيلو هيس ڇو تہ منهنجي فيملي وئڪيشن دوران ڳوٺ ويل هئي ۽ مان پنهنجي گهر جي چوڪيداريءَ لاءِ اتي رهيل هيس. مان وچولي طبقي سان واسطو رکندڙ آهيان، مون کي سفيد پوش رهڻ ڏاڍو سٺولڳندو آهي ۽ هر وقت سفيد پوش ٿي رهندو آهيان، اتي ويٺي جي لحاظ کان بہ تمام محدود. ڇو تہ نيٺن ناتي رکڻ ۽ نڀائڻ لاءِ پيسو گهرجي جنهن جي گهٽي ڪمي محسوس ڪندو آهيان.

ٻئي ڏينهن وري شام جو ڇهين وڳي اهو ساڳيو فقير منهنجي دروازي تي آيو هو ۽ مان هن کي خيرات ڏئي واپس ٿيس تہ هن هڪدم مون کي چيو.

"سائين توهان ۾ ڪم آهي".

"مون ۾ حڪم ڪيو".مون کيس ورندي ڏني.

"توهان اڪيلا آهيو نہ". فقير پڇيو.

مان گهبرائجي ويس ڇوتہ بدامني جو زمانو آهي روز وارداتون پيون ٿين ڪٿي ڌاڙا پيا لڳن تہ ڪٿي ڦرون تہ ڪٿي وري اغوا جي بازار گرم آهي، سوچ ۾ پئجي ويس هي فقير مون کي اغوا ڪرائيندو يا ڌاڙو هڻائيندو.. ڇوتہ ڌاڙيلن جا اهڙي ئي قسم جا مخبر هوندا آهن جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني سان هنن لاءِ شڪار تاڙيندا آهن، مون پنهنجي طبيعت تي ڪنٽرول ڪيو ۽ کيس چيو تہ "ڇو ٿا پڇو اغوا ڪرائيندؤ يا ڌاڙو هڻائيندو..".

"سائين توبهہ ڪر توبهہ، مان اهڙو ماڻهو نہ آهيان". هن چيو.

"تہ پوءِ ڪهڙو مسئلو آهي؟". مون ڪائنس پڇيو.

"منهنجو پاءُ منهنجي پنيءَ تي قوضو (قبضو) ڪيو ويٺو آهي، مون کي فصل مان ڪجهہ بہ نٿو ڏئي توهان صلاح ڏيو تہ ڇاڪيان". هن چيو.

"بابا پنهنجي برادريءَ ۾ فيصلو ڪرايو يا ڪنهن تر جي زميندار وٽ فيصلو ڪٺي ڪرايو معاملو حل ٿي ويندو". مون ڪيس چيو.

"سائين هو ڏاڍو ضدي آهي ڪنهن جو فيصلو نٿو مڃي". هن چيو.

"پوءِ ان لاءِ توهان ڪنهن وڪيل سان ملو، اهو توهان کي سٺي صلاح ڏيندو". مون ڪيس چيو.

"سائين مون وٽ ايترا ڏوڪڙ ڪونهن جو وڪيل جي في ڏئي سگهان، توهان بس درڪاس (درخواست) لکي ڏيو تہ ڪنهن ڪاموري سان وڃي مِلان تہ من منهنجو داد ٿئي". هن چيو.

مون ڪيس پنج روپيہ کيسي مان ڪڍي ڏنا تہ سياڻي ڪنهن عريضي نويس کان درخواست لکرائجان هن پنج روپيہ وٺي کيسي ۾ وڌا ۽ مهرباني چوندو هليو ويو مان دروازو بند ڪري ڪمري ۾ آيس ۽ ٽي، ويءِ آن ڪيم، سڄ گرهڻ ڊرامو هلي رهيو هو ڊرامي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ چانهہ جي طلب ٿي ۽ مان پنهنجن سگهرن هٿن سان چانهہ ٺاهي پيتي. چانهہ ختم ڪرڻ ڪانپوءِ اڱڻ ۾ هڪ کٽ رکيم ۽ ٻہ ٽي ڪرسيون بہ چو تہ ڪونہ ڪو دوست ڪچهريءَ لاءِ ضرور ايندو هو، انهيءَ ڪم مان فارغ ٿي مس ٿيس تہ دروازو کڙڪيو. سوچيم تہ پڪ ڪو دوست ڪچهريءَ لاءِ آيو هوندو ٻاهر نڪتس تہ دروازي تي رڪشا بيٺل نظر آئي ان رڪشا مان هڪ سفيد برقعي پوش خاتون هيٺ لهي بيهي رهي ۽ اهو ساڳيو ماڻهو جيڪو مون کان خيرات وٺڻ ايندو هو سو رڪشا واري کي ڪرايو ڏئي رهيو هو. رڪشا هلي وئي، ايتري ۾ ان فقير مون کي چيو هو تہ سائين منهنجا گهر وارا توهان سان ملڻ ٿا گهرن. منهنجي ذهن ۾ طرحين طرحين وسوسا پيدا ٿيڻ لڳا مان ڪجهہ وقت لاءِ پنهنجا حواس وڃائي ويٺس ۽ وائڙن جيان بيٺو رهيس، سائين ڇا ٿا سوچيو اندر هلڻ لاءِ نہ چوندو؟. مان نہ چاهيندي بہ کين اندر اچڻ لاءِ چيو ۽ هو اندرهلنيا آيا. مان دوارزو بند ڪري سندن پويان هلڻ لڳس ۽ سوچڻ لڳس، ان جملي تي تہ "منهنجا گهر وارا توهان سان ملڻ ٿا گهرن". گهر

وارن ۾ ته ماءُ ڏي پيڻ ۽ زال وغيره به ته اچي وڃن ٽيون پر منهنجو اندازو هو ته برقعي پوش خاتون پڪ هن فقير جي جيون ساٿي يعني زال هوندي. اڳڻ ۾ پيل ڪرسين تي مون کين ويهڻ لاءِ چيو ۽ هوءَ خاتون ته ڪرسيءَ تي ويٺي ۽ پوڙهو فقير هيٺ ويهڻ لڳو. مون کيس ٻانهن کان وٺي مٿي ڪرسيءَ تي ويهاريو.

برقعي پوش خاتون اجان برقعي ۾ هئي سندس برقعو ايترو ته ڍڳهو هو جو هن خاتون جا پير به نظر نٿي آيا. ان وقت مان هن فقير کي شرافت جو مجسمو سمجهي رهيو هوس، ڇو ته هن سان آيل خاتون کي سخت پردو هيو! ۽ ان وقت هن جي پنڻ کي مان واقعي مجبوري سمجهي رهيو هوس.
"فقير سائين توهان پنهنجا ٻار ڇو وٺي آيا آهيو جڏهن توهان کي خبر آهي ته مان هن گهر ۾ اڪيلو ٿو رهان". مون کيس چيو.
"سائين توهان جي اڪيلائي ختم ڪرڻ لاءِ ته وٺي آيو آهيان". هن وراڻيو.

منهنجي دل جي ڌڙڪڻ جي رفتار تيز ٿي ويئي، جيستائين مان ڪجهه ڪڇان هن فقير برقعه پوش خاتون جو پنهنجي هٿن سان پردو هٽايو! جيئن جو منهنجي نظر هن عورت تي پيئي ته منهنجي پيرن هيٺان زمين ئي نڪري ويئي اها برقعي پوش خاتون سترهن، ارڙهن سالن جي هڪ خوبصورت ۽ حسين ڇوڪري هئي، جنهن کي مناسب نموني سان ميڪ اپ ٿيل هو. هوءَ نهايت ئي حسين هئي.. مان ان وقت هن فقير کي نفرت جي نگاهن سان ڏسڻ لڳس ۽ سندس پڇيل سوال جو "يعني اڪيلا رهندا آهيو". جو مطلب به سمجهي ويس..

مان پنهنجي ذهني ڪشمڪش ۾ هيس ته هٿ مان جان ڪيئن ڇڏائجي. ايتري ۾ هن فقير گولڊليف جو پاڪيٽ ڪڍي ٽيبل تي رکيو، هڪ سگريٽ پاڻ دکايائين ۽ ٻيو هن حسينه کي دکائي ڏنو، هن مون کي به سگريٽ ڇڪڻ لاءِ چيو ليڪن مون انڪار ڪيو ڇو ته مان سگريٽ پيئڻ ته ڇا پر پيئڻ وارن کي به پسند ناهيان ڪندو. اها حسين ڇوڪري نزاڪت

سان سگريٽ کي پنهنجي لپ اسٽڪ لڳل چپن جي پرسان آڻي ڪش هڻي رهي هئي ۽ دونهين کي به آهستگيءَ سان ٻاهر ڪڍي رهي هئي، جيئن ڪوئلي تي هلندڙ ريل گاڏيءَ جي انجڻ هلڻ مهل دونهون ڪيندي آهي. مان هر ان حسين ڇوڪريءَ کي، ته هر ان فقير کي واري واري سان ڏسي رهيو هوس، ليڪن مان خاموش هيس ۽ ائين پئي لڳو ته ڄڻ منهنجي زبان تي ڪنهن تالو هڻي ڇڏيو آهي، چاهيندي به ڪجهه نه ڳالهائي سگهيو هيس ۽ وائڙن وانگر هنن ٻنهي کي ڏسي رهيو هوس.

"سائين ڇا ڳالهه آهي جو چپ آن، ڪجهه ته ڳالهايو نه". فقير چيو.

"هَنهَن ڇا ڳالهايان". مون چيو.

"منهنجو مطبل (مطلب) ته ڏنڊي وغيره جي، پيسن ڏوڪڙن جي ڳالهه ڪيو يا ائين ئي چپ چپ ۾ وقت گذاريندؤ". هن ڏند ڪڍي چيو. هن جي ڳالهائڻ ۽ کلڻ تان مون کي سخت چڙاچڙي رهي هئي پر بدناميءَ کان چپ رهڻ کي ترجيح ڏني هيم، پر آخر چپ به ڪيستائين رهان! سوچيم جي مان ائين ئي چپ رهيس ته پوءِ هنن مان جند ڪيئن ڇٽندي مون خاموشيءَ کي ٽوڙيو ۽ هن فقير کان پڇيو ته:

"هيءَ تنهنجي ڇا ٿئي؟".

منهنجي ڌيءَ آ سائين". فقير چيو.

"ته ڇا تون واقعي هن جي ڌيءَ آهين". مون حسين ڇوڪريءَ کان پڇيو.

"ها صاحب هئيءَ سچ پچ منهنجو پيءُ آهي". هن ڇوڪريءَ نرم لهجي ۾ چيو.

"سائين ڪي ته ڇا آهي مون وٽ ته پيا به هيرا آهن حڪم ڪيو تنهنجو، جڏهن چوندين حاضر ڪندس توسان ڪهڙو حجاب آ سائين". هو چاپلوسيءَ واري انداز ۾ مسلسل ڳالهائي رهيو هو.

"ته ڇا تون اڏو هلائيندو آهين، سو به کلئي عام ڪير توکي چوڻ وارو ئي ڪونهي". مون هن کي چيو.

”اڙي صاحب ڪير چوندو جيڪي چوڻ وارا آهن سي تہ هن بندي وٽ سلامي ڏيندا آهن“. فقير فاتحانہ لهجي ۾ چيو.

”تہ ڇا پنڻ ؟“. مون چيو.

”صاحب شڪار تاڙڻ لاءِ هڪ بهانو آهي“. هن منهنجي ڳالهہ ڪٽيندي چيو.

مون کي فقير تي سخت ڪاوڙ اچي رهي هئي ليڪن هنن جان نہ ڇڏڻ جو پهہ ڪيو هو. مان،معاشري جي ان طبقي سان واسطو رکان ٿو جيڪو پنهنجي پيٽ گذر لاءِ پريشان هوندو آهي، سو مان هن بلا کي ڪيئن ٽاريان. حسين ڇوڪريءَ وري بيو سگريٽ دکايو هو ۽ فقير وري بہ ڏنڊي جي باري ۾ چيو تہ؛

”سائين ڳالهاءِ نہ تہ ڪيترا پئسا ڏيندين“.

”فقير ڏس! تو چيو هو تہ اسين تو سان ڪنهن مسئلي واسطي ملنداسين پر هي تون ڪيسن ڪنڻ واريون ڳالهيون ٿو ڪرين. ٻهرين ڳالهہ تہ مان عياش نہ آهيان توهان غلط جاءِ تي پهتا آهيو، مان انهن ماڻهن مان تہ آهيان، جيڪي پنهنجي عياشي لاءِ توهان جهڙن ماڻهن جو سهارو وٺندا آهن. توهان وڃو هليا، خدا جي واسطي وڃو هليا. منهنجي عزت تي رحم ڪريو مون وٽ ايترا پئسہ ڪونہ آهن، جو توهان جي تري گرم ڪري سگهان. مهرباني ڪري وڃو هليا..“.

”ٺيڪ آ سائين اسين وڃون ٿا پر رڪشا جو تہ ڀاڙو ڏي نہ“.

منهنجي کيسي ۾ ان وقت ويهہ.روپيہ هئا جيڪي مون فقيرکي ڏنا ۽ هن حسينہ کي هلڻ لاءِ چيو ۽ طنزيہ نمونٖي سان چوڻ لڳو تہ:

”اٺ پٽ تہ هلون. هي صاحب ڪنجوس آهي پيسہ پيارا اٿس. شايد ٽين جنس مان آهي، جو ايترو لهرائي ٿو“.

خوبصورت ڇوڪريءَ برقعو پاتو ۽ هن جي پويان هلڻ لڳي. فقير دروازو کولي ٻهريائين پاڻ ٻاهر نڪتو ۽ پوءِ برقعي پوش. مون تڪڙ وچان ڪڙو ڏئي ڇڏيو.......!

# مئل ضمير

رات جا يارهن ٿيا هئا. ڪوسٽ برادرز لي مارڪيٽ مان لاڙڪاڻي لاءِ تيار هئي، بس ڪلينر بس جو پاڻي چيڪ ڪري رهيو هو، ڪنڊيڪٽر ماڻهن کي سيٽن تي ويهاري رهيو هو، ڊرائيور دروازي کان ٻيهي ڪائنس پيچي رهيو هو.

"گهڻا ماڻهو گهرجن". ڊرائيور پڇيو.

"اٺ ماڻهو استاد". ڪنڊيڪٽر وراڻيو.

"پوءِ هلڻ گهرجي هيڏو سارو شهر آهي، اڳتي ملي ويندا.". ڊرائيور چيو.

"ٺيڪ آ، پلي هلو. سهراب ڳوٺ مان سواري جام ملندي". ڪنڊيڪٽر چيو.

ڊرائيور گاڏي اسٽارٽ ڪئي. پرسان هوٽل تي ويٺل ۽ هيٺ بيٺل ماڻهو بس ۾ چڙهڻ لڳا، هارون لڳو، بس هلڻ لڳي.. ڪلينر دادو، دادو. لاڙڪاڻو، لاڙڪاڻو چوندو آهستي هلندڙ بس پويان ڊوڙي رهيو هو، ڪجهہ اڳتي هلي بس کي ٻہ ڌڪ هڻي "ڊبل اي ڊبل اي استاد". چئي بس ۾ چڙهي پيو، بس ڪراچيءَ جي ويڪرن رستن تان هلندي. سواري ڪٽندي سپرهاءِ وي تي اچي ٿي. بس جي رفتار وڌي وڃي ٿي. ماڻهو سڀ ننڊاکڙي حالت ۾ ويٺل آهن ۽ ڪي ننڊ آهن. بس ٻن ڪلاڪن ۾ حيدرآباد پهچي ٿي. ڪجهہ وقت اتي بيهڻ کان پوءِ وري منزل مقصود لاءِ رواني ٿئي ٿي.

بدامنيءَ جي حالت جي ڪري. حساس قرار ڏنل علائقن تي پوليس مقرر ٿيل آهي، جيڪا قافلي جي شڪل ۾ گاڏين کي حفاظت سان حساس علائقا ڪراس ڪرائيندي آهي.

صبح جا ساڍا پنج ٿيا هئا بس دادوءَ کان گذري چڪي هئي،

جتوئي پيٽرول پمپ ڪان ٿورو اڳتي خشڪن جي واٽر ڪورس وٽ سامهون روڊ تي رڪاوٽ نظر ايندي ئي ڊرائيور بس جي رفتار وڌائي ڇڏي، "ڇوته هينئر اهڙو وقت هو جو پوليس گڏ ڪانه هئي ۽ نه ئي ڪانوائي". بس کي تيز ڏينڊو ڏسي.. رڪاوٽ ڪندڙن سڌي فائرنگ شروع ڪري ڏني، مسافر بس جي سيٽن تان هيٺ لهي لڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. دانهون، رڙيون ۽ ڪوڪون. بس ٿورو اڳتي هلي بيهي رهي، .ڊرائيور سخت زخمي ٿي پيو هو. دادؤ ڪان ايندڙ تيز هيڊلائٽن جي پيلي روشني ڪوهير کي چيريندي اسان ڏانهن وڌي رهي هئي، فائرنگ ڪندڙ شايد ڪيس پوليس موبائل سمجهي فرار ٿي ويا هئا. اها هڪ وين هئي جيڪا پرسان اچي بيهي رهي هئي ڊرائيور وين مان لٿو بس جا مسافر به لهي پيا، اسان زخمي ڊرائيور کي وين ۾ وجهي اسپتال آندو، ڊرائيور جي رت سان اسان جا ڪپڙا رتا ٿي ويا هئا، ايمرجنسي ۾ ترت علاج لاءِ ڊاڪٽر ڪوشش ۾ مصروف ۽ پوليس بيان وٺڻ ۾. ليڪن رب جي رضا آڏو هر ڪوشش بيڪار. ڊرائيور گذاري ويجي ٿو ۽ سندس ڊيڊ باڊي پوسٽ مارٽم روم ۾ ڪاروائيءَ لاءِ موڪلي وڃي ٿي... ڪجهه وقت لڳي ٿو. اسپتال جي ڪاري ڊور ۾ ماڻهن جي پيهه ڪجهه ماڻهو روئندڙ ڪنڊيڪٽر ڪان ڪرايي جي واپسيءَ ۾ مصروف. شيطان انهيءَ منظر تي ٽهڪ ڏئي ٿو ۽ انسانيت مئل ضميرن تي ماتم ڪري ٿي..!!

# سڪون جي ڳولا ۾

روزانو جڏهن ميمڻ صاحب جي پارن کي ٽيوشن ڏيڻ ويندو آهيان تہ هن کي اڪثر ڪري رستي تي هلندي ڏسندو آهيان. ٽيوشن واري سمي دوران هوءَ ٽڙندڙ وکن سان ويهہ پنجويهہ دفعا ايندي ۽ ويندي آهي، گهٽيءَ ۾ ڪيڏندڙ پارن کي خاص ڪري ڇوڪرين کي پنهنجي گهر هلڻ لاءِ دعـوت ڏيندي رهندي آهي، ڪڏهن ڪڏهن ڇوڪريون ســاڻس گــڏ هلڻ لڳنديون آهن، پوءِ خبر نہ آهي تہ اهي گهر تائين گڏ وينديون اٿس يا رستي تان ئي واپس ايندديون آهن . هوءَ ساڻن ڳالهيون ڪندي رهندي آهي. اڪثر ڪري ميمڻ صاحب وارن جي گهر سامهون هڪڙو دروازو پڻ کڙڪائيندي آهي، در جي اندران هڪ عورت کيس ڪوسيندي رهندي آهي. تڏهن بہ هوءَ هر پنجن منٽن ڪانپوءِ ٻيهر دروازو کڙڪائيندي رهندي آهي،

هن جي عـمـر تقريباً پنجهٺ، ستر سال کن ٿيندي. نبل جسم. ڏند ڀڳل. چهري تي وقت جي وهڪرن جا نشان. پانهن جي چمڙي لڙڪيل. ۽ نظر جو چشمو پاتل هوندو اٿس. ڪٺ سان سڀ ڪجهہ ٻڌي سگهندي آهي. رستي تي پاڙي جي ڇوڪرين سان گڏ سهرا پڻ ڳائيندي آهي. مـان هن جون ڪار گذاريون ڏسندو رهندو آهيان. سندس ڪل ڪائنات پٽ جو گهر آهي، جتي رات جو آرام ۽ ماني ٽڪي ملندي اٿس. ۽ ٻيـو سندس پوٽي جي گـهـر جو دروازو جيڪو هوءَ هر پنجن منٽن ڪانپوءِ کڙڪائيندي رهندي آهي ۽ ٽين اُها گهٽي، جنهن ۾ سڪون جي تلاش ۾ سڄو ڏينهن ٽڙندي ٽاٻڙجندي هلندي رهندي آهي.

اتفاق سان اڄ هُن جي پوٽيءَ جي گهر جو دروازو کليل آهي، هوءَ اندر داخل ٿـئي ٿي. اڃا داخل ٿـئي ئي مس ٿي، تہ هڪ ڌڪي سـان اُڇي ٻاهر ڪري.

ڪنجهندي ڪنجهندي اتي ٻارن جيان روئڻ لڳي. سندس چشمو پڄي پيو هو. اندران سندس پوٽي ڪيس پاراتا ڏئي رهي هئي. ”مرين بہ نٿي. الله جان ڇڏائي تو مان. اڃي ڦاتي آهيان“. هوءَ ڪيس گاريون پڻ ڏئي رهي هئي. پوڙهي ضدي ٻار وانگر پنهنجو انگل مڄائڻ واري انداز ۾ منتون ڪري رهي هئي. ”امان خدا جي واسطي مون کي سک جو ساهہ کڻڻ ڏي مون کي آرام نٿو اچي“. پوڙهي پار ڪدي روئي رهي هئي، سندس روئڻ ۾ پوري ڪائنات جو درد سمايل هو. هوءَ ننڍڙي ٻار جيان پار ڪدي رهي هئي، سندس پوٽيءَ ڪيس ٻاهر ڪيڻ ڪانپوءِ تڪڙ وچان جهٽڪي سان دروازو ڏئي ڇڏيو هو. هوءَ دروازي اندران ڪجهہ چئي رهي هئي پر ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿي آيو. پوڙهي ڪجهہ وقت روئي روئي هلي وئي. ليڪن دروازو نہ کليو. اڄ تائين اها پوڙهي سڪون جي ڳولا ۾ ساڳي گهٽيءَ ۾ شام صبح هلندي رهندي آهي. دروازو کڙڪائيندي رهندي آهي. چوڪرين کي گهر هلڻ لاءِ دعوت ڏيندي رهندي آهي. سهرا ڳائيندي رهندي آهي. مان روزانو ساڻس ٿيندڙ ڪاروائي ڏسندو رهندو آهيان. پر دروازوخبر ناهي ڇو نہ ٿو کلي. دروازو بند آهي. ۽ هَن جو سڪون ان دروازي اندر قيد ٿيل آهي...!!

# انـــجـام

نسل پرست تنظيم جو تمام گهڻو زور هو. شهر ۾ خوف و ﴿
هراس، پوليس چوڪيون، هر طرف فوج جو گشت جاري هو. رات جو اڪثر
ڪرفيو هوندو هو، تنهن هوندي به روزانو فائرنگ، ڏينهن جو قرلٽ سبب
هرڪو پريشان هو. ادريس ۽ مان هڪ ئي پاڙي ۾ رهندا هئاسين، ننڍپڻ کان
وٺي گڏ کيڏڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ کان علاوه ڪجهه سال گڏ به پڙهياسين. والد جي
وفات بعد ادريس تعليم جاري نه رکي سگهيو ۽ محنت مزدوري ڪرڻ لڳو.
اڳتي هلي هڪ سائيڪلن جو دڪان کوليائين. ادريس طبيعتاً ڏاڍو سنو ماڻهو
هو. اسان پاڙي ۾ بلڪل ڀائرن جيان رهندا هئاسين سنڌي مهاجر جو ڪوبه
فرق نه هو. هڪٻئي جي ڏک سک ۾ ڀاڱي ڀائيوار هوندا هئا سين. ادريس لاءِ
جڏهن هو رشتو ڏسڻ ويا هئا ته به مون کي پاڻ سان گڏ وٺي هليا هئا ۽
ادريس جي شادي ٿي هئي، وقت گذرندو رهيو ڪيس به ٽي ٻار به ڄاوا،
سندس وڏو پٽ گڏو اسڪول وڃڻ جيڏو ٿيو ته مون ڪيس داخلا به وٺي ڏني
هئي ڇو ته منهنجي به ان اسڪول ۾ نوڪري هئي. ادريس جي گهرواري
روزينه ڏاڍي سيبتي ۽ سليڇي عورت هئي. جنهن سندس گهر کي چارچنڊ
لڳائي ڇڏيا هئا، هرڪا شيءِ سليقي سان رکيل هوندي هئي. رڌپچاءَ جي به
ماهر هئي ڪڏهن ڪڏهن سندن گهر ۾ ماني کائڻ لاءِ ويندو هيس، ادريس
جي زور ڀرڻ تي.
اڄڪلهه ادريس سان منهنجي ملاقات گهڻو گهٽ ٿي وئي هئي گهر ۾ ليٽ
اچڻ سندس معمول بڻجي چڪو هو، روزينه پاپي جي چوڻ تي مون ڪيس به
ٽي دفعا سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو اهو چئي ٽاريندو رهيو ته
جوابداريون وڏيون آهن، ان لاءِ شام جو پرائيويٽ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري

شروع ڪئي اٿم:
"يار اها ڪهڙي ڪمپني آهي جيڪا رات جو دير تائين تنهنجون خدمتون ٿي وٺي". مون ڪائنس پڇيو هو.
"بس ڪا آهي في الحال ان جو نالو راز ۾ آهي" .ادريس ڪلندي چيو.
"ادريس! پڌاءِ تہ تون ڪو غلط ڪم تہ نہ ڪري رهيو آهين" :مون ڪيس ايلاز ڪندي چيو.
"ڇا غلط آ، ڇا صحيح آ. مان ڪو ٻار نہ آهيان سيڪجهہ سمجهان ٿو،.برو بہ تہ ڀلو بہ، ڇاٿان ٿو مان". ادريس ترش لهجي ۾ چيو.
"پر پوءِ بہ.. ڇا پوءِ بہ. ڏس تون منهنجو سٺو ڀاڙيسري بہ آهين ۽ ياءُ بہ آهين منهنجي هر موڙ تي مدد ڪئي اٿئي مان توکي ڏکارو ڪرڻ نٿو گهران". منهنجي ڳالهہ ڪٽيندي ادريس چيو.
"ادريس هينئر تنهنجي مٿان ذميداريون آهن، ٻارڙن جون. گهر جي ڪفالت جون.. تون اڪيلو ماٺهو آهين، ڪمائيندڙ بہ آهين، توڪان پوءِ ڇاٽيندو تنهنجي گهر ٻار جو". مون سمجهائڻ واري انداز ۾ ڪيس چيو.
"پنهل! يار! پليز! هاڻي گهڻو وقت ٿيو آهي ڇڏ تہ مان آرام ڪيان". هن اوٻاسي ڏيندي چيو.

مون کي ادريس جو رويو مشڪوڪ لڳي رهيو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو هيس تہ ڇا اهڙو سٺو ماڻهو بہ ائين ٿي سگهي ٿو ۽ بدلجي سگهي ٿو. ڇا ٿي ويو آهي ڪيس. اسان جي پاڙي ۾ روزانو اڻ ڇاتل ماٺهن جو اچڻ ۽ ادريس جي گهر جو دروازو کڙڪائڻ مون کي وڌيڪ شڪ ۾ مبتلا ڪندو هو. هڪ دفعي رات جو هڪ وڳي ڌاري هڪ ڳاڙهي رنگ جي ڊاٽسن ادريس جي گهر اڳيان اچي بيني ۽ ڪجهہ ماٺهو ان مان ڪاٺ جون پيٽيون لاهي سندس گهر ۾ اچي وڃي رهيا هئا. سندن منهن جا خد و خال صحيح نظر نٿي آيا ڇو تہ ڇاپيئين ڏاڙهي سان گڏ منهن تي ڪارا چشما لڳل هئا. هو صرف اشارن ئي اشارن ۾ هڪ ٻئي سان مخاطب هئا. هڪ ماٺهو

ڪلاشنڪوف ڪنيو چوڌاري ڏسندو ٿي وتيو مان پنهنجي گهر جي دروازي جي سيرن مان اهو سڀڪجهه ڏسي رهيو هوس. سامان لاهي هو سڀ گاڏيءَ ۾ چڙهي هليا ويا. ٻئي ڏينهن رات جو تقريبا ساڍين وقت ساڳي گاڏي سندن گهر اڳيان اچي بيٺي ساڳيون پيتيون واپس گاڏي ۾ وجهڻ لڳا هئا ته اوچتو پوليس اچي وئي. ڳاڙهي ڊاتسن وارن ماڻهن فائرنگ شروع ڪئي ۽ پوليس به انڌاڌنڌ فائرنگ ڪئي گولين جي ڏي وٺ ڪانپوءِ سانت ٿي وئي جڻ ڪو راڪاس گهمي ويو هجي. پوليس وارن اعلان ڪيو ته "اوهان سڀ گهيري ۾ آهيو پاڻ کي قانون جي حوالي ڪيو". ادريس ٻاهر نڪتو ۽ پاڻ کي پوليس حوالي ڪيائين، ان ڪانپوءِ پوليس سندس گهر ۾ داخل ٿي ۽ هڪ زخمي دهشتگرد کي ڪڍي آئي، بعد ۾ ٻه لاش پوليس وارن کڻي موبائيل وين ۾ رکيا، مان وري به اهو لقاءُ دروازي جي وٿين مان ڏسي رهيو هيس، ادريس جا گهر وارا اتي موجود ڪونه هئا، اهي ادريس اڳ ۾ ئي ميرپور خاص موڪلي ڇڏيا هئا، مان ادريس لاءِ سوچي رهيو هوس ڇا هو ايڏو سنگدل ٿي سگهي ٿو ته ڇاڻ ته ڪيترا خون ڪيا هوندائين، ڪيترن سنڌين کي ڪنو هوندائين، ڪيترن ئي سنڌين جا گهر ڦريا هوندائين، ڇا اهڙو نيڪ سيرت ماڻهو به دهشتگرد ٿي سگهي ٿو ۽ انسان ذات جو دشمن ٿي سگهي ٿو.

هڪ ڏينهن روزينه پاپي ۽ سندس ماءُ منهنجي گهر آيون هيون مون ڪانئن حال احوال ورتا.

"ماسي ڏي خبر ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟". مون ادريس جي ماءُ کان پڇيو.

"ادا! سڀاڻي ادريس جي حاضري آهي تون به گڏجي هل ۽ هڪ سنو وڪيل ڪري ڏي ته ڪيس هلي، "روزينه پاپي چيو".

"وڪيل منهنجو ته ڪو واقف ڪونهي البته فيءَ سان ڪير انڪار ڪندو ڪيس لڙڻ کان". مون چيو.

"ادا! توهان گهٻرائو نه مان ادريس لاءِ سڀ ڪجهه ڏيڻ لاءِ تيار هون رڳو هو ٻاهر اچي". روزينه روئڻهارڪي انداز ۾ چيو.

"توهان دلجاءِ ڪريو شام جو ويندس وڪيل صاحب ڏانهن". مون کين آٿت ڏيندي چيو.

ادريس جو ڪيس خاص عدالت ۾ هلايو تي ويو جيڪا ملڪ ۾ ترت انصاف مهيا ڪرڻ ۽ دهشتگردي ختم ڪرڻ لاءِ قائم ڪئي وئي هئي، ڪيس هلندو رهيو ٻي حاضريءَ ۾ ادريس کي ٻن ماڻهن جي قتل، ڪوهه نور سينما ۾ ڌماڪن، شاهي بازار ۾ سنڌين جي دڪانن تان ڦرلٽ ۽ غيرقانوني اسلحي رکڻ جي الزام هيٺ ٻاويهه سال قيدبامشقت جي سزا ٻڌائي ڪيس سينٽر جيل موڪليو ويو.

عدالت کان ٻاهر نڪرڻ وقت ادريس مون کي پنهنجي ٻارڙن جي پارت ڪئي هئي ۽ چيائين ته:

"يار تو ته گهڻو ئي سمجهايو هو پر مان مجبور رهيس، مون تي تمام گهڻو دٻاءُ وڌو ويندو هو، ٻچن ٻارن کي مارڻ جون ڌمڪيون ڏنيون وينديون هيون، هي جيڪو ڪجهه ٿيو آهي اهو منهنجي دٻاءُ ۾ اچڻ جي ڪري ٿيو آهي. نه مون ڪنهن کان ڦر ڪئي آهي نه ئي ماڻهو ماريا اٿم. يار توکي ته خبر آهي نه ته ڄاڻ ڄامشورو پل تي هليا هئاسين ۽ تو غليل سان جهرڪي ماري هئي ان وقت مون کي ڪيڏو افسوس ٿيو هو، مان ڇا ماريندس ماڻهن کي. بس ڏوهه اهو آهي اسلحي وارو. باقي ٻيا سڀ الزام آهن. اها تنظيم هر ميمبر کي ائين ئي زير ڪري ڪم وٺندي آهي". سندس اکين ۾ ڳوڙها هئا ۽ هو روئي رهيو هو.

"يار پنهل پارت اٿئي منهنجي گهر ٻار جي".

پوليس واري جي دڙڪي سان هو وين ۾ چڙهي وينو... روزينه ڀاڀي ۽ سندس ماءُ به روئي رهيو هيون، منهنجي به اکين ۾ لڙڪ تري آيا هئا، وين هلڻ لڳي ۽ هو هٿ لوڏيندو وين سميت اکين اڳيان گم ٿي ويو.

"مسٽر پنهل ڪيس ۾ ڪجهه پوائنٽون آهن، جن وسيلي هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل ڪري سگهجي ٿي. شام توهان اچجو ته پوءِ وڌيڪ صلاح ڪنداسين ڦي

الحال مان هلان ٿو". وڪيل مون کي اهو چئي موڪلايو.

مان، ڀاڀي ۽ ادريس جي ماءُ رڪشا ۾ چڙهي گهر پهتاسين ۽ ادريس بابت سوچڻ لڳاسين ته ڇا ڪجي ايترو پئسو ڪٿان اچي جو هاءِ ڪورٽ وڃجي. مان به ته ايڏو دولت مند ڪونه هيس. ايتري ۾ روزينه ڀاڀي اٿي ۽ ڪمري ۾ هلي وئي ۽ هٿن ۾ هڪ ڳنڍڙي کڻي آئي.

"ادا! هي منهنجا زيور آهن توهان هنن کي وڪرو ڪري وڪيل جي في ڏيو". روزينه ڏڪاري انداز ۾ چيو.

"ڀاڀي پر......!!". "ادا زيور نهي پوندا". ڀاڀي ڳالهه ڪٽيندي چيو.

ادريس کي جيل ۾ ڇهه مهينا گذري ويا هئا، سندن ڪفالت لاءِ سندس ماءُ کي ٻارن جي شين جو ڪوڪو رکائي ڏنوهيم، ان ۾ به روزينه جي زيورن جا پئسا سيڙايل هئا. مان هنن جي گهر گهٽ ايندو ويندو هيس ڇو جو روزينه ڀاڀي جوان هئي ان ڪري مٽان ماٺهو آڱريون کڻن. صرف حاضريءَ واري ڏينهن تي سندن ٻارن ٻچڙن کي وٺي ڪورٽ ويندو هيس. اسان جي پاڙي ۾ اڪثريت مهاجرن جي هئي پر خبرناهي ڇو هنن سان ايتري گهرائپ نه رکندا هئا. سنڌين جا اتي ڏهاڪو کن گهر هئا، اهي ٿوري گهڻي سندن مدد ڪندا هئا. اڄ ساڻن همدردي ڪرڻ لاءِ ڪوڪر صاحب به سندن گهر ويو هو. ڪوڪر صاحب هڪ بينڪ ۾ سٺي عهدي تي فائز هو.

"ماسي ادريس جو ٻڌم ڏاڍو ڏک ٿيو، توکي ته خبر آهي ته اسان جي نوڪري ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي ۽ پيو ته بئنڪ جي نوڪري ڏاڍي ٽڪائيندڙ آهي، ان سبب نه اچي سگهيس". ڪوڪر صاحب چيو.

"بس! بيٽا! ظلم ٿيو آ اسان سان". ادريس جي ماءُ ٿڌو ساهه ڀريندي چيو.

"ماسي فڪر نه ڪريو سڀ ٺيڪ ٿي ويندو، ڪابه تڪليف هجي ته مان حاضر آهيان، پئسي ڏوڪڙ جي ضرورت هجي ته به ٻڌل آهيان". ڪوڪر صاحب شيخي ڏيکاريندي چيو.

"نه بيٽا الله خوش ڪري". ايتري ۾ روزينه چانهه کڻي آئي ۽ سلام ڪيائين.

"وعليڪم السلام". ڪوڪر صاحب ڪيس ڏسندي چيو. ۽ هوءَ سس پرسان ويهي رهي.

"ماسي هي توهان لاءِ تحفو آندو اٿم قبول ڪيو". هن روزينہ کي ڏسندي گفٽ پيڪ ادريس جي ماءُ ڏانهن وڌائيندي چيو.

"هن جي ڪيا ضرورت هئي بيٽا". ادريس جي ماءُ چيو.

"ماسي اهو اسان جو فرض آهي، پاڙيسري هجڻ جي ناتي".

روزينہ منجهان ڪوڪر صاحب جي نظر ئي نہ ٿي نڪتي. ۽ رکي رکي ٿڌو ساهہ بہ ٿي پريائين. روزينہ بہ رکي رکي ڪيس نهاري ٿي ورتو.

" چڱو ماسي هاڻي هلان ٿو". ڪوڪر صاحب ڪرسيءَ تان اٿندي چوڻ لڳو ۽ هلڻ لڳو، روزينہ ڪيس ويندي بہ ڏسي رهي هئي ۽ ڪوڪر صاحب بہ ڪيس ڏسندو ڏسندو هليو ويو.

ڪوڪر صاحب هن پاڙي ۾ پندرهن سالن کان رهندڙ هو، پر ڪڏهن بہ ڪنهن کي ڪو شڪايت جو موقعو نہ.ڏنو هئائين سندس عمر 50 سال کن هئي ۽ پٽ ۽ ٻہ جوان نياڻيون هيس جن کي هن ڏينهن ۾ هو ڳوٺ ڇڏي آيو هو، سندس زال ڏاڍي جهيڙالو ۽ شڪي مزاج هئي، ان جو سبب هوءَ اڻ پڙهيل هئي، اڄڪلهہ شام جو ڪوڪر صاحب روزانو پنهنجي دروازي تي سگريٽ ڇڪڻ بهاني ٻيهڻ لڳو هو، سندس اک ادريس وارن جي در ۾ هوندي هئي، گهڻيءَ ۾ ٻار بہ پيا ڪيڏندا هئا، روزينہ بہ ٻارن جي بهاني درڪان منهن ڪيندي هئي، ائين روزينہ ۽ ڪوڪر صاحب جو عشق چوٽ چڙهي ويو، ڪوڪر صاحب ادريس جي ننڍن ٻارن کي پنهنجي ڏاڏيءَ سان گڏ ڪار ۾ گهمائڻ لاءِ ويندو هو، ڪڏهن ڪڏهن تہ ادريس جي زال روزينہ بہ هن سان گڏ ويندي هئي، ادريس جي ماءُ روزينہ کي سمجهايو تہ ائين نہ ڪر، مون بہ ڪيس سمجهايو تہ تون ٻچڙيوال آهين، توکي مڙس جو پرم رکڻ گهرجي. پر هر وقت اهو چوندي هئي تہ اوهان جو ڇا وڃي هو اهڙو ماڻهو نہ آهي، توهان اعتبار ڪريو. جي نہ تہ منهنجي مرضي آ، مان هيڏي ساري جواني اڪيلي

ڪونہ گھاريندس جھڙا لفظ بہ چوندي هئي. آخر اهو ڏينهن آيو جو روزينہ ڪوڪر صاحب سان پنهنجا ٻار ڇڏي هلي وئي، نئين منزل ڏانهن. ڪوڪر صاحب جو حسين آباد ۾ هڪ بنگلو هو جنهن ۾ هينئر روزينہ رهندي هئي، هوءَ پنهنجي ٻارن سان بہ ملڻ نہ ايندي هئي، ۽ هن ڪورٽ ۾ طلاق لاءِ درخواست پڻ ڏني هئي.

ڪوڪر صاحب صبح جو ڊيوٽيءَ تي ويندو هو تہ روزينہ گهر ۾ اڪيلي هوندي هئي، سندس وندر وڊيو ۽ ڊش انٽينا هئي، ڪوڪر صاحب جي اسان جي محلي واري گهر ۾ سندس زال بہ آئي هئي ۽ پاڙيوارن ڪيس سموري روئداد ٻڌائي هئي. هوءَ روزانو ڪوڪر صاحب سان جهيڙو جهڳڙو ڪندي رهندي هئي پهرين ڪوڪر صاحب پنهنجي ٻارن کي هڪ پيرو ڏسڻ ايندو هو ۽ سندن خرچ پکو تعليم وغيره بابت پڻ ڪين تنبيهہ ڪندو هو پر روزانو زال جي جهيڙي سبب ڪوڪر صاحب نيٺ پنهنجو اچڻ بند ڪيو سندس نوڪر خرچ پکو وٺڻ لاءِ ويندو هيس، روزينہ جي پوڙهي سس ٻارن جي ماءُ بہ هئي تہ ممتا بہ، چو تہ روزينہ ڪڏهن بہ پنهنجي ٻارن سان ملڻ ڪانہ آئي. حالانڪ ڪوڪر صاحب جي طرفان ڪيس ڪابہ رنڊ روڪ ڪانہ هئي تڏهن هوندي بہ هوءَ پنهنجي ٻارن سان ملڻ ڪانہ ايندي هئي البت ڪوڪر صاحب پنهنجن ٻارن سان ڪڏهن ڪڏهن زال جي ناراضگيءَ جي باوجود بہ ملڻ ويندو هو، ۽ هر دفعي ڪيس ست سريون ٻڌڻيون پونديون هيون.

ادريس جي آزاد ٿيڻ جو ڪو بہ امڪان نٿي نظر آيو مان بہ سندس گهر ۾ اچڻ وڃڻ تہ اڳ ۾ ئي گهٽائي ڇڏيو هو پر سندس خبر چار لهڻ لاءِ پنهنجي پٽ کي موڪليندو هيس، ادريس جي ماءُ روزينہ جي اهڙي مغرور رويي تي روزينہ کي ڪو سيندي رهندي هئي ڪيس بروپيلو بہ چوندي هئي، هوءَ پنهنجن ڏکندڙ هٿن سان ٻارن جي خدمت ڪندي رهندي هئي، ڪين ممتا جي ڪمي محسوس نہ ٿي ڪرڻ ڏنائين، ادريس جي حاضريءَ وارن ڏينهن تي هوءَ پنهنجي پوٽن ۽ پوٽين کي ساڻ ڪري ادريس سان ملائڻ

ويندي هئي، ادريس کي سندس زال جي بيوفائي جو ڏاڍو ڏک هو.

اڄ بہ ادريس جي پيشي هئي ۽ هوءَ ادريس کي پنهنجا پار ملائڻ وئي هئي، واپس ٿيا تہ گڏوءَ کيس فرمائش ڪئي لغڙ وٺي ڏي، ڏاڏيءَ کين لغڙ وٺي ڏنا ۽ کين تاڪيد ڪيائين تہ گهٽي ۾ اڏائجو ڇت تي نہ چڙهجو. گڏو گهر اچي ڇت تي چڙهي ويو، جنهن تان ڏاڏيءَ کيس منع ڪئي هئي، اوچتو لغڙ اڏائيندي سندس پير ترڪي ويو ۽ اچي هيٺ ڪريو، ڏاڏهس ڪوڪو ڪري ڊوڙندي آئي ۽ گڏوءَ کي ڳراٽڙيون پائڻ لڳي. پاڙي جا ماڻهو گڏ ٿي ويا هئا مون ايڌي سينٽر تي فون ڪئي ۽ گهڙي ڪن ۾ ايمبولنس سائرن وڄائيندي پهچي وئي، گڏوءَ کي ايمبولنس ۾ ڪڻائي وڃي رهيا هئاسين تہ اچتو سندس اکيون کليون ۽ سندس چپ چريا.

"امي ...." گڏوءَ چيو. جي بيٽا. ڏاڏهس روئندي چيو.

گڏوءَ جون اکيون هميشہ لاءِ بند ٿي ويون ۽ هو ڌرتي ماتا جي گود ۾ مستقل آرامي ٿيو هو، سندس امي جيڪا ڪِنَ ڇڏي هلي وئي هئي، سندس آخري رسمن ۾ بہ شريڪ ڪانہ ٿي هئي البتہ ڪوڪر صاحب موجود هو مان موقعو وٺي ڪائنس پڇڻ لڳس:

"ڪوڪر صاحب..! معاف ڪجو". مون چيو.

"جيءُ حڪم ڪيو". ڪوڪر صاحب چيو.

"روزينہ پاڻي چو نہ آئي".

"يار مان پاڻ حيران آهيان تہ پنهنجو پيٽ ڄڻيو هيس چو نہ آئي، مون کيس ڏاڍو چيو پر کيس منهن تي غم جو ڪوبہ اهڃاڻ ڪونہ هو، اهڙي بي حس عورت آ، مان پاڻ حيران آهيان". ڪوڪر صاحب چيو.

"واقعي ائين کيس نہ ڪرڻ گهربو هو". مون چيو.

"يار هنئير تہ مون کي پاڻ هن مان خوف ٿيڻ لڳو آهي، جيڪا عورت پنهنجو مڙس ۽ ٻار ٻچا ڇڏي هڪ غيرمرد وٽ رهي ۽... يار پنهل ٻڌاءِ تہ هاڻي ڇا ڪجي؟". ڪوڪر صاحب صلاح وٺندي چيو.

"سائين توهان مون کان وڏيڪ تجربو ۽ عمر رکندڙ آهيو، بهتر سمجهي سگهو ٿا". مون چيو.
"مان چاهيان ٿو تہ ڪنهن نموني سان هن مان جان ڇڏايان". ڪوڪر صاحب چيو.
"توهان جي شادي تہ اجا ڪانہ ٿي آهي نہ! ۽ ها خلع جو ڇا ٿيو؟!". مون هڪدم ڪائنس بہ سوال ڪيا.
"شادي تہ ڪونہ ٿي آهي ۽ خلع واري درخواست زير سماعت آهي، پر يار هاڻ مان هن سان شادي نہ ڪندس، هوءَ ڏاڍي تيزطبع عورت آ، سر جو جواب پٿر سان ڏيڻ واري آ، مون کي هن مان ڏاڍو خوف ٿو ٿئي تہ ڪٿي مون کي بہ نہ هلائي ڇڏي". ڪوڪر صاحب چيو.
"توهان ڪجهہ احتياط ڪيو سڀڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو". مون کيس دلداري ڏيندي چيو.
"چڱو پنهل! وري سياڻي تڏي تي ايندس تہ ملاقات ٿيندي هاڻي هلان ٿو". ڪوڪر صاحب اٿندي چيو. مان کيس دروازي تي ڇڏي آيس.

وقت تيزيءَ سان گذرندو رهيو. ادريس کي جيل ۾ ڏيڍ سال گذري ويو هو، ان وچ ۾ نسل پرستً تنظيم جا پيا بہ ڪارڪن جيل ۾ ايندا ٿي ويا، انهن ماڻهن ۾ ڪجهہ اهڙا بہ ماڻهو هئا جن کي ادريس سڃاڻندو هو ۽ انهن جي نڪاڻن ۽ ڪرتوتن کان واقف هو، ۽ هن هڪ پيشيءَ ۾ جج آڏو سلطاني گواهہ بڻجڻ ۽ قانون جي مدد ڪرڻ جو وعدو ڪيو، ۽ هن جي مدد سان ڪافي تعداد ۾ ڪارڪن ۽ ناجائز اسلحو هٿ آيو هو کيس ضمانت تي آزاد ڪيو ويو، سندس سيني ۾ انتقام جي باهہ ٻريل هئي هو روزينہ جي خون جو پياسو هو، جنهن ساڻس دغا ڪئي هئي ۽ سندس اولاد ڇورن ٻارن واري زندگي گذارڻ لڳو هو، هن پنهنجو لائسنس وارو پستول ڪنيو ۽ رڪشا ۾ سوار ٿي حسين آباد جو رخ رکيائين، ان وقت شام جا ڇهہ ٿيڻ وارا هئا سياري جي موسم هئڻ ڪري سج بہ لهي چڪو هو ۽ ڪجهہ اونداهي بہ هئي،

هو ڪوڪر صاحب جي بنگلي وٽ آيو ۽ ڪال بيل وڄايائين، ڪال بيل جي آواز تي ڪوڪر صاحب دروازي تي آيو ۽ پوءِ هڪ فائر ٿيو، ڪوڪر صاحب دروازي کان ٻاهر ٿي نه نڪري سگهيو اتي ئي دم ڏنائين، ڪوڪر صاحب کي ڪرندي ڏسي روزينه رڙيون ڪندي آئي ۽ جڏهن جو ادريس تي نظر پيس ته سندس منهن جو رنگ ئي اڏامي ويو، ادريس سامهون پستول کنيو بيٺو هو، ادريس مجهي معاف ڪرو، معاف ڪرو ادريس، "روزينه ڊڄندي ڊڄندي چيو".

" اري تجهي معاف ڪرون،تم تو ڪوٺي ڪي رنڊي سي ڀي ڪمتر هو،اسي پي تو ممتا هوتي هي، اڙي تو ڪيسي مان هي جو اولاد ڪو اڪيلا ڇوڙ ڪر چلي آئي، اپني يار ڪي ساٿ ". ادريس چيو.

"خدارا مجهي معاف ڪرو مين سنڀالون گي تهمارا گهر، تمهاري بچي". روزينه ڏڪندي چيو.

" تجهي زنده ڇوڙ دون، تجهي معاف ڪردون اور گهر لي جائون ڪميني". ائين چئي هن فائر ڪيو ۽ روزينه رڙڪري وڃي هيٺ ڪري ۽ ڦٿڪي ڦٿڪي دم ڏنائين.

سڄي محلي ۾ خاموشي ڇانيل هئي، ماڻهن انهن فائرن کي به روز جو واقعو سمجهي توجهه نه ڏنو، ادريس جڏهن ڪوڪر صاحب جي بنگلي مان ٻاهر نڪتو ته سامهون هڪ وين بيٺل ڏٺائين جنهن ۾ ڪجهه نقاب پوش ويٺل هئا هن بنگلي ۾ واپس وڃڻ ٿي چاهيو ته هنن فائرنگ شروع ڪري ڏني ۽ ادريس جي جسم ۾ سوين گولين جا سوراخ ٿي ويا.

# اڪيلائيءَ جو زهر

"سارنگ تون هاڻي نه وڃ، گهڻو ئي ڪجهه ڪمايو اٿئي، سڀڪجهه ته آهي گهر ۾ الله جي فضل سان، اگر هن گهر ۾ ڪمي آهي ته اها صرف تنهنجي آهي، اڪيلائي مون کي ڏنگڻ لڳي ٿي، منهنجو وجود توکان سواءِ بلڪل اڌورو آهي، ان پکيءَ جيان جنهن کي پڃري ۾ قيد ڪيو ويو هجي ۽ اهو پنهنجي وڇڙ سان ملڻ لاءِ تڙپندو هجي، منهنجي حالت تو کان پوءِ اهڙي ٿي ويندي آهي، ڏس مان توکي منٿون ٿي ڪريان، تون هاڻي نه وڃ اسانجي شاديءَ کي پنج سال ٿيا آهن ۽ تون ڏهه مهينا به مون وٽ نه رهيو آهين.. ڇا تون مون کي ڊيڪوريشن پيس سمجهي گهر سجائڻ لاءِ وٺي آيو آهين، خدا جي واسطي. تون هاڻي نه وڃ، هتي ئي ڪو هلڪو ڦلڪو ڪاروبار ڪر،خدا ڪندو گهر آرام سان هلندو". ساجده پنهنجي مڙس سارنگ کي منٿون ڪندي چيو.

"تون تنگ ڇو ٿي ڪرين، چيم ته هي آخري ڀيرو آهي، ويزا ۾ باقي ٽي مهينا رهيا آهن، وعدو آهي پوءِ نه ويندس". سارنگ چيو.

"مون کي پيو ڪجهه به نه گهرجي توکانسواءِ. تون ڏکيو رکندين، بکيو رکندين ته به برداشت ڪنديس. پر نه ٿي برداشت ڪري سگهان ته تنهنجي جدائي". ساجده نرم لهجي ۾ چيو.

"ساجده تون دعا ڪر، مان جلدي واپس ايندس". سارنگ چيو.

"اڳ به اهڙا وعدا ڪيا هيئي، سي به ڪوڙا نڪتا، ته بس هي آخري دفعو آهي، وري نه ويندس". ساجده ڪيس يادگيري ڏياريندي چيو.

"ساجده توکي خبر ناهي ته منهنجو وڃڻ ڪيترو اهم آهي، الله خير ڪندو مان جلدي ورڻ جي ڪوشش ڪندس.. تون سامان ناهه". سارنگ حڪم

ڏيندي ڇيو.

ساجده نہ چاهيندي بہ سارنگ جو سفري ٿيلهو تيار ڪيو، پوءِ بستري تي اچي سارنگ پرسان ليٽي. سارنگ جي صبح جو روانگي هئي ان ڪري هو ننڊ پئجي ويو باقي ساجده هر هر پاسا ورائي رهي هئي. ننڊ ڪائنس سوين ڪوهہ ڏور هئي.

صبح ٿيو ۽ سارنگ سنبري ڪائنس موڪلائڻ لڳو. ساجده نہ چاهيندي بہ ڪائنس موڪلايو.

سارنگ دبئي ۾ هڪ فرم ۾ نوڪريءَ ۾ هيو، اتي ڪيس ست سال ٿيا هئا. ساجده سان سندس شادي سندس ئي پسند مطابق پنج سال اڳ ٿي هئي، پاڻ اڃا اولاد جي نعمت کان محروم هئا. سارنگ جا ماءُ پيءُ گهڻو وقت اڳ فوت ٿي چڪا هئا. ڪيس هڪ ڀاءُ جنهن جي عمر 14 سال هئي ۽ هڪ ڀيڻ جنهن جي عمر 12 سال هئي، هو ڏانهن ساجده کي ٻيو ڪوبہ سنڀالڻ وارو ڪونہ هيو سواءِ سندس ماءُ جي جيڪا شاديءَ کانپوءِ ساڻس گڏ رهندي هئي، سارنگ گهر جي خرچ پکي لاءِ ڪافي ڏوڪڙ موڪليندو آهي.

هر پاسي بهار جي خوشبوءِ سان هوا گهلي رهي آهي، ساجده پنهنجي گهر ۾ ڪونڊين ۾ رکيل گلن کي پاڻي ڏئي رهي آهي، هوڏانهن ريڊيو تي "سرمد سنڌي" جي آواز ۾ ڪلام هلي ٿو "تنهنجي ياد جي وري آ وير". ساجده جو من ڀرجي اچي ٿو ۽ اکين مان آب وهڻ لڳي ٿو. ڇو تہ سارنگ ڪجهہ مهينن جو ڇٽي ويو هو. پر اڄ ڪيس هڪ سال پورو ٿيو هو. اڪيلائي ۾ ساجده گهڻو اداس ۽ پريشان رهڻ لڳي هئي ۽ بيمار پڻ. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪيس دورا بہ پوندا هئا. شهر جا حڪيم ۽ ڊاڪٽر بہ بيڪار ثابت ٿيا هئا. ساجده جي طبيعت "پل مين تولہ پل مين ماشہ" واري هئي. هڪ تہ اولاد جي حسرت ٻيو تہ سارنگ جي دوريءَ ويتر ڪيس ڀوري رکيو هو، ساجده ڪڏهن ڪڏهن عجيب و غريب حرڪتون ڪرڻ لڳندي هئي ۽ رڙيون پڻ ڪرڻ لڳندي هئي، بلڪل حق بخشايل ڇوڪرين جيان جن کي هسٽيريا

جا دورا پوندا آهن، اهي سموريون ڳالهيون مون کي پنهنجي گهر واريءَ ٻڌايون هيون ڇو ته سندن گهر اسان جي پاڙي ۾ هو، هر ڏک سک ۾ سندن عزيزن کان اڳ اسان ئي وڃي پهچندا آهيون.

مان پنهنجي دڪان تي ويٺو هيس ته سندن گهر مان رڙين جو آواز آيو، اهي رڙيون اپ ڏاريندڙ هيون ۽ انهن رڙين ڪري پاڙي جا ٻيا به ماڻهو اچي دڪان تي گڏ ٿيا هئا. مون دڪان جي دريءَ مان پنهنجي گهر واريءَ کي ساجده جي گهر وڃڻ لاءِ چيو. گهڙي ڪن ۾ پاڙي ۾ ته ڇا پر شهر ۾ به اها خبر پکڙجي وئي ته هائوسنگ سوسائٽي ۾ هڪ خوبصورت عورت پاڻ کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو. مان به دڪان بند ڪري سندن گهر پهتس. ۽ ٻيا به پاڙي جا مرد ۽ عورتون به پهچي ويون، ايتري ۾ سندن هڪ عزيز ايمبولنس وٺي آيو.

هوڏانهن ساجده سڙڻ کان پوءِ به ڪجهه گهڙي هوش ۾ هئي، حالانڪ سندس شڪل ۽ جسم بلڪل خراب ٿي چڪا هئا. هوءَ ڏڪندي ڏڪندي چئي رهي هئي ته پاڻي وجهو منهنجي مٿان ڪمبل وجهو پيرن تي... ايمبولنس ۾ کڻي سول اسپتال پهتاسين. ڊاڪٽرن جواب ڏنو ڇو ته ساجده رستي ۾ ئي گذاري وئي هئي. پوليس کان بچڻ لاءِ اها ڳالهه مشهور ڪئي وئي ته هوءَ ماني پچائيندي سڙي پئي هئي.!

# رات، ريل ۽ فقير

سياري جي سرد شام جو پيسنجر گاڏي ساڍي ڇهين وڳي نڪتي هئي ۽ مان بہ انهيءَ گاڏي جو مسافر هئس، جڏهن گاڏيءَ لاڙڪاڻو ڇڏيو ان وقت لوڊ شيڊنگ جو وقت هو. آس پاس گهگهہ اوندهہ لڳي پئي هئي ۽ ريل گاڏي پنهنجي يرقان زده روشنيءَ سان اونداهيءَ کي چيّريندي اڳتي وڌي رهي هئي. هڪ ٻن اسٽيشن گذرڻ ڪانپوءِ دل ۾ خيال ڪيم تہ رات جو سفر ڪيڏو نہ پرسڪون آهي، نہ ايتري رش آهي، نہ شين وڪڻندڙن جا واڪا، وڏي ڳالهہ اها تہ فقير بہ ڪو، ڪونهي.

اڃا اهو خيال دل ۾ آيو ئي مس هو جو هڪ فقير نمودار ٿيو ۽ آڱر جو اشارو ڪري خيرات گهري رهيو هو. هن الله جي نالي وٺڻ جي ڏاڍي ڪوشش پئي ڪئي پر نشي سبب نڙيءَ مان اهو نالو ڏاڍو ڏکيو ٿي نڪتس. ائين پئي لڳو تہ جيئن ٽي وي تي سيد افخار حسين جو "اشارون ڪي زبانؒ" وارو خبرنامو پيو ڏسان. هو هٿ مٿي ڪرڻ مهل ۽ هلڻ مهل ڏکي رهيو هو ۽ ڏاڍو ڪمزورٌ ۽ هيٺو پئي لڳو، سندس ڏاڙهي وڌيل هئي، سندس مڇن جو تہ جوابُ ئي ڪونہ هو پاسن کان وڏيون ۽ وچ کان سگريٽ ڇڪڻ سبب سڙيل، ائين پئي محسوس ٿيو تہ هو شايد فلٽر بہ ڪو نہ اچليندو هوندو. مون فقير کي ڏسي پروازي مسافر کي پنهنجي منهن چيو تہ:

" آ نائيٽ بيگر ان دي ٽرين".

اهي لفظ ٻڌندي فقير هوشيار ٿيو ۽ هڪدمٌ پنهنجي نشيلي حالت ۾ انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندي چيائين:

"او! ييس ينگ مين، آءِ ايم بيگر آف دي نائيٽ شفٽ، آءِ سليپ ان ڊي ٽائيم اينڊ بيگنگ اِن نائيٽ شفٽ".

هن جو انگريزي ڳالهائڻ مون لاءِ ته چا پر ٻين مسافرن لاءِ پڻ حيرت جو باعث بڻيو. فقير ائين چوندو ٿاٻڙندو اُٿي وڃي ويو. منهنجي سامهون واري سيٽ تي ويٺل هڪ ڪرڙوڍ (ديوان) جيڪو هن کي سڃاڻندو هو. ان مون سان مخاطب ٿيندي چيو ته:

"سائين هي هاڻي ته پني، ڪجهه ڏينهن اڳ ته ڀلهه ۽ چولا پئي وڪيائين. هن جو پنڻ مون لاءِ پاڻ حيرت جو باعث آهي. سال کن اڳ شهر جي بازار ۾ پنهنجي دڪان تي سڄو ڏينهن قرآن شريف پيو پڙهندو هو. هن جو خاص ڌنڌو تعويذن جو هو. پري پري کان ماڻهو ڪائنس تعويذ وٺڻ ايندا هئا".

"پلا نشو اڳي به ڪندو هو يا هاڻي شروع ڪيو اٿس". مون ديوان کان پڇيو.

"سگريٽ ۽ هڪ آنو پنگ سڄي ڏينهن ۾ پيئندو هو بس". ديوان چيو.

"ڪاڪا! لڳي ٿو ته همراهه هيروئن جو عادي اٿئي". مون ديوان کي ٻڌايو.

"هوندو ابا! ماڻهو ڪرندي ڪهڙي دير". ڪاڪي چيو.

"سائين! هن جو پيءُ تر جو چڱڙو زميندار هو. ڪين ڪارخانو به هو ۽ سندن دڪان به هوندو هو. پر هي شخص انهن وٽ ايترو ڪو نه ويندو هو. سندس ماءُ هن کي روزانو وٺڻ ايندي هئي تڏهن به گهر ڪونه ويندو هو. بس ويٺو قرآن پڙهندو هو ۽ تعويذ ڪندو هو". ڪاڪي چيو.

"ڪاڪا! پلا هن جو دماغ ٺيڪ نه آهي يا صفا فقيراڻي طبيعت اٿس؟". مون ڪاڪي کان پڇيو.

"نه سائين! هي فقيراڻي طبيعت رکندڙ آهي. ايترو آهي ته لالچي ڪونهي نه ئي هيو. تعويذن جا ئي ڪنهن کان پئسا نه گهرندو هو. پاڻهئي جيڪي ڏئي وڃنس ته ٺيڪ". ڪاڪي چيو.

"شادي شده آهي، يا انهن افعالن جي ڪري ڪيس ڪنهن رشتوئي نه ڏنو؟". مون پڇيو.

"سائين! شادي شده آهي ڪيس ٻار ٻچا به آهن. وڏي ڪڙم قبيلي وارو آهي.

واپس اچي ڪائنس وڏيڪ پڇون ٿا". ڪاڪي چيو.

مون پنهنجي ڪهڙيءَ تي نظر وڌي ان وقت پوڻا اٺ ٿيا هئا ۽ گاڏي ڏوڪري اسٽيشن تي اچي بيٺي هئي. ايتري ۾ فقير واپس آيو ته ڪاڪي (ديوان) ڪيس سڏ ڪيو ۽ هو سندس پرسان خالي سيٽ تي ويهي رهيو. مان هن جي هٿن جو چڱي طرح معائنو ڪري رهيو هوس، خاص ڪري سندس هٿن جي آڱرين ۽ اشهد آڱرين جو، جيڪي چوٽين ڪان سڙيل هيون، جن مان پڪ سان سمجهيم ته هي هيروئن جو عادي آهي. سندس حالت ڪافي رحم جوڳي هئي پر مواليءَ جي معاملي ۾ دل اجازت نٿي ڏني ته ڪيس خيرات ڏيان، هونئن به ته سخاوت جي لحاظ ڪان حاتم جي خاندان سان واسطو ڪونه ٿو رکان، جڏهن دل چوندي آهي ۽ ڪيسو به اجازت ڏيندو آهي ته پوءِ ڪٿي حاتم طائيءَ جي قبر کي لت هڻندو آهيان نه ته بس. ڪاڪو (ديوان) هن ڪان ڪجهه پڇي رهيو هو ۽ هو پنهنجي مخصوص انداز ۾ جواب ڏئي رهيو هو:

"تنهنجو ياءُ ڪٿي آهي؟". ڪاڪي پڇيس.

"حيدرآباد رهندو آهي ٻه ٽن سالن ڪان، جڏهن نه ملڪيت ورهائي وئي ته هن پنهنجو حصو وٺي ڪپائي (وڪرو) لڏي ويو". فقير نشيلي انداز ۾ چيو.

"فقير سائين! توهان انگريزي پيا ڳالهايو ڇا پاس آهيو؟". مون ڪائنس پڇيو.

"مان بي ڪام پاس آهيان". هن وراڻيو.

"ته پوءِ اوهان نوڪري ڇو نه ڪئي، نه ملي يا اوهان کي نوڪريءَ جو شوق ئي نه هو؟". مون هن ڪان تفصيلي سوال پڇيو.

"ان وقت بيروزگاري به گهٽ هئي ۽ تعليم جي شرح به ايتري گهٽي ڪونه هئي، ان ڪري نوڪري ته جلد ملي وئي هئي لوڪل گورنمينٽ ۾ پر پوءِ جاري نه رکي سگهيس". فقير وراڻيو.

"ڏي خبر ٻار ڪهڙا اٿئي؟". ڪاڪي فقير ڪان پڇيو.

"چار پٽڙا اٿم ۽ ٽي نياڻيون، پٽ جوان آهن، هڪ ويلڊنگ جو مستري آهي ۽

۾ هوٽل تي ڪم ڪندا آهن ۽ هڪ ٽيون درجو پڙهندو آهي جڏهن ته نياڻين مان هڪ جي شادي ٿيل آهي". هن ٻوري آواز ۾ رکي رکي وراڻيو.
"فقير ويهه ڪاڏي ٿو وڃين". فقير کي اٿندي ڏسي ڪاڪي چيو.
"پئسا ته ڏيو ئي ڪونه ٿا، رڳو ٿا انٽرويو وٺو". فقير سيٽ تان اٿندي ناراضگيءَ مان چيو.
ڪاڪي کيس ٻانهن مان وٺي سيٽ تي ويهاريو ۽ کيسي مان هڪ روپيو ڪڍي سندس ترريءَ تي رکيائين.
"ٻڌاءِ ته ڪهڙو نشو ڪندو آهين؟". ڪاڪي پڇيس.
"اهو منهنجو ذاتي مسئلو آهي ٻيو ڪجهه پڇ". هن ٽٽائيندي چيو.
"ڪاڪا! هي هيروئن جي صحبت ۾ گرفتار اٿئي پو ته هن جي آڱرين تي اهڙو سرٽيفڪيٽ موجود آهي". مون وچ ۾ چيو.
"هائو ابا چوين ته سچ ٿو، مڙئي واسڙو وٺندا آهيون، انهيءَ ڪانسواءِ گذارو ناهي ٻه ٽي دفعا علاج ڪرايو اٿم، پر پوءِ ٻه دوست مجبور ڪري ٿا وڃهن واس وٺڻ لاءِ". فقير ٽٽو ساهه ڀريندي چيو.
"اهي دوست اٿئي جيڪي توکي تباهي ڏانهن ٿا وٺي وڃن، هڻ بندوق، اڙي! انهن جهڙو دشمن ته ٻيو ڪو آهي ئي ڪونه". ڪاڪي چيس.
"هائو ڪاڪا! ڦاسڻ کان پوءِ ڦٽڪڻ ڪهڙو". هن ٽٽو ساهه ڀريندي چيو.
هن جي حـالت تمام خراب هئي اسـان کي ڊپ هو ته هي هلندي گاڏيءَ مان ڪري نه پوي ان ڪري کيس ويهاريون ويٺا هئاسين.
"ڇڏيو مون کي وڃي ٻه ٽي روپيا ڪمايان، بابا ويهندي امير ٻه ٻڪ مري ويا، مان ته فقير آهيان". ائين چئي هو اٿي هلڻ لڳو اسان کيس گهٽو روڪيوسين پر هو نه مڙيو ۽ ڏڪندو ڏڪندو اڳتي وڌي ويو.
معمول کان ابتڙ گاڏي ڪافي وڏي هئي هونئن ته کيس ٻه يا ٽي گاڏا هوندا آهن، پر اڄ پورا ست گاڏا هيس. سفر اڃا جاري هو، گاڏي باڊه اسٽيشن ڪراس ڪري اسپيڊ پڪڙڻ لڳي هئي، بلڪه هوءَ ڪافي تيز

هلي رهي هئي.

اوچتو پرواري گاڏي مان رڙين جو آواز اچڻ لڳو. اسان وائڙا ٿي وياسين، آهستي آهستي گاڏي جي رفتار به گهٽ ٿيڻ لڳي ۽ گاڏي ڪجهه پنڌ اڳتي هلي بيهي رهي. "گاڏي ڇو بيهي رهي آهي؟". هر ڪنهن جي وات تي هڪڙوئي سوال هو. ڪجهه پوليس وارا گارڊ ۽ ڊرائيور هر ڪنهن گاڏي مان پڇندا پئي آيا، ته زنجير ڪنهن ڇڪي آهي؟ اتي اچي بيٺا جنهن گاڏي مان زنجير ڇڪي وئي هئي، اتان ڪنهن ماڻهو ڪين ڇيو ته صاحب! ماڻهو ڪري پيو آهي گاڏيءَ مان. گاڏيءَ مان ڪيترائي مسافر هيٺ لهي آيا هئا. ڊرائيور واپس ويو ۽ گاڏيءَ کي پوئتي موٽائڻ لڳو. گاڏي پوئين پيرين ان جاءِ تي پهتي جتي حادثو ٿيل هو. مان ۽ ڪاڪو به گاڏيءَ مان لهي آياسين ۽ ماڻهن کي پري ڪري جڏهن اسان ان لاش کي ڏٺو ته اسان ٻنهي جي واتان رڙ نڪري وئي..!!

# جيون هڪ تماشو

مارڪيٽ مان ٿيندو پراڻي چوڪ ڏانهن ديوان رتن جي دڪان تان سودو وٺڻ وڃي رهيو هوس، انڊس ميڊيڪل اسٽور کان ٿورو اڳتي درزيءَ جي دڪان پرسان هندن جي گهر جي ڏيڍيءَ وٽ ماڻهن جو ميڙ لڳو پيو هو ڪي ماڻهو ايندي ويندي منهن هڻندا هلندا ٿي ويا، ته ڪي وري اتي بيهي ٿي رهيا، پهرين مون سمجهيو ته ڪنهن ديوان جي طبيعت خراب آهي يا وري ڪو ٻيو حادثو ٿيو آهي، ان ڪري تڪڙو تڪڙو اڳتي وڌڻ لڳس خدمت خلق ڪرڻ لاءِ.

حالانڪ ڪڏهن ڪڏهن خلق خدمت ڪڇيءَ ۾ به پئجي ويندي آهي، پر پوءِ به تڪڙو تڪڙو وڌندو ان هنڌ تي پهتس ۽ ماڻهن کي هيڏي هوڏي ڪري ڏٺم ته هوءَ پنهنجي ٻارڙي کي ٿڃ پياري رهي هئي. هوءَ ماءُ هئي، اهڙي ماءُ جنهن جو ڪو به گهر ڪو نه هو. هُوءَ فقيرياڻي هئي جيڪا منهنجي موجودگيءَ ۾ ڪيئي دفعا ديوان جي دڪان تان خيرات پڻ وٺڻ آئي هئي ۽ مزدور ساٿس چرچا ڪندا هئا ۽ ڪيس گناهه لاءِ پڻ آماده ڪندا هئا پرهوءَ غربت، سادگيءَ ۽ عزت سبب ڪڏهن به اهڙن ماڻهن آڏو نه جهڪي هئي، اڄ هوءَ ماءُ هئي جيڪا پنهنجي ٻارڙي کي ڇاتيءَ لائي کيس کير پياري رهي هئي ۽ اسانجي سڌريل معاشري جا فرد رونشو ڏسڻ لاءِ گڏ ٿيا هئا، ائين پئي لڳو ته چڻ هو ان شيءَ (ڇاتين) سان ڪڏهن به وابسته نه رهيا هجن ۽ نه ئي وري هنن ڪڏهن (ننڍ پڻ ۾) پنهنجي ماءُ جي ڇاتيءَ ۾ هٿ وجهي کير پيتو هجي ۽ نه ان سان کيڏيا هجن.

اها ڇاتي ئي آهي جنهن سان انسان جي سڀ کان اول ڄاڻ سڃاڻ ۽ وابستگي ٿيندي آهي، پر تنهن هوندي به ماڻهو.ان کي گهوري رهيا

هئا، مون پنهنجي ڪلهن تان اجرڪ لاهي ڪيس ويڙهيو هوءَ مون کي حيران تي گهورڻ لڳي. جيتوڻيڪ هوءَ عمر ۾ ڪافي وڏي هئي، هن جي جهوليءَ ۾ ٻار جي موجودگي عجيب لڳي رهي هئي، مان به سوچن ۾ پئجي ويس ته آيا هي هن عورت جو ٻار آهي يا ڪنهن شريف ڪنواريءَ ماءُ پنهنجو گناهه لڪائڻ خاطر هن جي حوالي ڪيو آهي، پر جي هي ٻار پرائو هجي ها ته هوءَ پنهنجي مٿان ڪيئن خواري ڪٺي ها ۽ ان کي ڪيئن پالي ها ڇو ته هن جو مڙس گهڻو اڳ مري چڪو هو، اها خبر تڏهن پئي جڏهن ديوان جي دڪان تي مزدور هن جي باري ۾ پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا هئا:

"ادڙو آهي، يا ادڙي؟". مون همت ڪندي ڪائنس پڇيو.

"ادڙي آهي". هن وراڻيو.

هن وراڻيو، ادڙي جو لفظ ٻڌي وري سوچن ۾ پئجي ويس. هڪ ماءُ بي سهارا پيو هي معصوم نياڻي، هن جي مرڻ کانپوءِ ڇا ٿيندو هن معصوم جو. هن جي زندگي ڪيئن گذرندي؟. ڇا! ماڻهو هن کي شريف نظرن سان ڏسندا ۽ ساڻس پير اخلاق ۽ مهذبانه گفتگو ڪندا. ڪو هن کي ڏيءَ پوٽي، ڌيءَ يا گهرواري بنائڻ لاءِ به تيار ٿيندو، نه، هرگز نه، ڇو ته هوءَ فقيرياڻيءَ جي ڌيءَ آهي، سوچن جو سلسلو ختم ٿيو ۽ وري مان ڪائنس پڇڻ لڳس.

"گستاخي معاف ڪريو ته هڪ سوال پڇان". مون ڪيس عرضداراڻه لهجي ۾ پڇيو.

"ڀلي پڇ". هن وراڻيو.

"ڪيئن پڇان شرم ٿو اچي، هڪ عورت کان، جيڪا ماءُ آهي ان کان اهو سوال پڇان هوءَ ناراض ٿئي ۽ برو ڀلو چوي کهڙي عزت رهندي پوءِ".

"ڇا ٿو سوچين صاحب". فقيرياڻي پڇيو.

"آ.. آ ڪجهه نه بس ائين ئي". مون هٻڪندي وراڻيو.

"صاحب ڪا ڳالهه آهي جيڪا پڇڻ ٿو گهرين توڻ پڇ مان توکي جباب (جواب) ڏيندس ۽ چڙندس به ڪانه". هن مرڪندي چيو.

”پهرين ڳالهه ته مان صاحب نه آهيان، هڪ معمولي ڪلارڪ آهيان سو به اهڙي ڪاتي ۾ جتي پگهار به آسان قسطن ۾ ملندي اٿم. خير مان اهو تو پڇڻ گهران ته جڏهن اوهان جي شادي به ڪانهي ته پوءِ هيءَ ٻارڙي..!؟“.

”مون کي پڪ هئي ته تون اهو سوال پڇندين صاحب“. هن منهنجي ڳالهه ڪٽيندي چيو.

”صاحب !!“. (هن ڪنڌ هيٺ ڪندي ٿڌو ساهه ڀريو)، ۽ سوچن ۾ پئجي وئي. ان وقت سڀ ماڻهو وڃي چڪا هئا البت بازار ۾ هر ايندڙ ويندڙ ماڻهو مون کي ان فقيرياڻيءَ سان گفتگو ڪندي عجيب نظرن سان ڏسندو ٿي ويو، فقيرياڻيءَ ڪجهه سوچڻ ڪانپوءِ هيٺ ڪنڌ ڪري ڳالهائڻ شروع ڪيو.

”منهنجو مڙس واقعي مري چڪو آهي. جيئن ته مان ڌاري هيس ان ڪري مون کي ساهرن قبول نه ڪيو ۽ مڙس جي مرڻ ڪانپوءِ رهڻ نه ڏنائون. ابو امان اڳ ۾ ئي گذاري ويا هيم ان ڪري ٻين مائٽن جي در در تي ڌڪا کائيندي وتندي هيس. منهنجو مامو لالچي هو ان ٻن هزارن ۾ مون کي ڪپايو هڪڙو ڪراڙو مڙس ڏنائون سو به الله کي پهتو. اها مٽي ڇانو به ڪسجي ويم ۽ هنڌ هنڌ ڦرندي وتان ٿي. ڪڏهن پليٽ فارم تي ته ڪڏهن فوٽ پاٿن تي“. هن ٿڌو ساهه کڻندي چيو.

”هن ٻار بابت ته ڪجهه نه ٻڌايئي محترم؟“. مون کيس چيو.

”صاحب! عورت هڪ اهڙي شيءِ آهي جيڪا جلدي اگهاڙي ٿي پئي ٿي، مرد جيڪڏهن ڏوهه ڪندو ته اهو اگهاڙو ڪونه ٿيندو عورت تي هر ڪو پيو آڱريون کڻي صاحب!! (هن ڪنڌ هيٺ ڪندي ڳالهه جاري رکي)، پنهنجي وات سان ڪيئن پنهنجي ڳالهه ٻڌايان. ڪيئن ٻڌايان ته مون سان ڪيئن ظلم ٿيو آهي، (هن جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا)، هڪ ڏينهن مان هن جي ڪريءَ تي ڪرات (خيرات) وٺڻ وئي هيس ڪنهن جي ڪريءَ تي (مون ڳالهه ڪٽيندي ڪائنس پڇيو) نٿوءِ جي ڪريءَ تي. هن مون کي خيرات ڏني ۽ مون کي اکيون ڦاڙي ڏسڻ لڳو مان هلڻ لڳس ته هن مون کي بيهڻ لاءِ چيو مان

بيهي رهيس ان وقت ڪريءَ ۾ ڪوبہ ماڻهو موجود ڪونہ هو، مان وري هلڻ لڳس ۽ هو مون کي ڏسندو رهيو، مان بہ پنهنجي ڪنڌ ڪري ڪيس ڏسندي ڏسندي هلي ويس، ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ مان وري ڪرات ( خيرات) وٺڻ ويس هن ڪرات (خيرات) ڏيندي چيو تہ تون مون کي ڏاڍو وڻين ٿي. مون کي خبر آهي تہ تون اڪيلي آهين ۽ مان بہ اڪيلو آهيان، مان توسان شادي ڪرڻ ٿو گهران منظور اٿئي، اها ڪهڙي زندگي آ. جو ڪڏهن ڪٿي تہ ڪڏهن ڪٿي وتين ٿي ڀوما هٿندي. مون کي پنهنجو گهر آهي ۽ ڪري بہ. تون سهڻي آهين ۽ ٻين فقيرياڻين کان مختلف آهين مائيتي آهين.. شريف آهين.. ورنہ ٻيون فقيرياڻيون تہ اشاري تي پويان لڳي پونديون آهن تون انهن مان ناهين تڏهن ٿو چوانءِ منهنجي اڳيان پويان ڪير بہ ڪونهي تون سوچي پوءِ ٻڌاءِ، مان هن جون ڳالهيون خاموشيءَ سان ٻڌي رهي هيس. مان هن کان ڪرات (خيرات) وٺي واپس وريس پنڻ تان بہ روح ڪڇي ويو هو. هن جون ڳالهيون مون کي هر هر ياد اچي رهيون هيون..

سڄي رات سوچن ۾ پاسا ورائيندي گذري. ٻئي ڏينهن شام جو ٽئوءَ جي ڪريءَ تي ويس ان وقت ڪريءَ ۾ ٻيو ڪو بہ ماڻهو ڪونہ هو. سندس گهر بہ اتي ئي هيو (اها ڪري سندس گهر سان لڳو لڳ هئي) هن ڪري بند ڪئي ۽ مون کي گهر وٺي آيو. هن ڪمري جو تالو کوليو ۽ ٻئي ڄڻا اندر وياسين هن مون کي کٽ تي ويهڻ لاءِ چيو. مان ويهي رهيس ۽ نظر ڦيرائي ڪمري کي ڏسڻ لڳس. هن جي لفظن تي مون کي اتبار (اعتبار) ٿي ويو هو ۽ مان هن کي پنهنجو همدرد سمجهي ويٺي هيس، دل ۾ خوشي هئي ٻيهر گهر ٺاهڻ جي. رلڻ پنڻ کان بچڻ جي. نہ تہ هر ڪو ماڻهو رعب رکندو هو وردين وارا تہ توبهہ. ان ڪري تہ هن وٽ آئي هيس. مون وٽ ٻيو تہ ڪجهہ ڪونہ هو سواءِ ٽن چئن پراڻن وڳن جي جيڪي ڪرات (خيرات) ۾ مليا هئا. هڪ جست جو وٽو، هڪ ٿالهي ۽ ڪرات (خيرات) مان گڏ ڪيل بہ سو ڏهہ روپيا، بہ ٽي رليون ۽ وهاڻو".

”چو ٻيا پئسا ڪاڍي ڪندي هُئينءَ جڏهن تہ مانيءَ بہ مفت جي ملندي هيئي، ڪپڙا بہ مفت ۾ تہ پوءِ “. مون سندس ڳالهہ ڪٽيندي پڇيو.

”انهن پئسن مان، صاحب ماڻهن جي مدد ڪندي هيس“. فقيرياڻي چيو.

”مون پنهنجو سڀ ڪجهہ آٿي نٿوءَ جي اڳيان رکيو ۽ چيو مانس تہ مون اهو سڀ ڪجهہ ڏاج ۾ آندو آهي تون ٻلي مُلان ڪيَ وٺي اچ. اهو ڪم جلد ڪري ٿو وٺان. تڪڙ آ ڇا؟. تون بہ آرام ڪر ۽ مان بہ. ائين چئي هو اٿيو ۽ ٽنگڻيءَ تان ٽوال لاهي غسل خاني ۾ هليو ويو ان وقت سج لهڻ وارو هو. وهنجڻ کان پوءِ ڪپڙا پائي چيائين تون ويهہ تہ مان مانيءَ وٺي اچان هن تالو ڪنيو ۽ دروازي کي ٻاهران هڻي هليو ويو ڪجهہ دير کان پوءِ هو واپس آيو پنهي گڏجي ماني کاڌي، مانيءَ کائڻ کانپوءِ هو مون کان مون بابت سوال پڇڻ لڳو مان ڪجهہ وقت ان کي جواب ڏيندي رهيس. اوچتو مٿو ڦرڻ لڳو ۽ مان ڪٽ تي پئجي رهيس، پوءِ اهو سڀ ڪجهہ ٿي ويو جيڪو نہ ٿيڻ کپندو هو. صبح جو اٿي پنهنجو پاڻ کي آئيني ۾ ڏٺم تہ مون کي پاڻ تي ٿي رحم اچڻ لڳو هو، منهنجو سڀ ڪجهہ لُٽجي ويو هو، جنهن کي مان سالن کان بچائيندي پئي آيس ۽ پوءِ ۽ پو هي پيدا ٿي“.

هُن جي اکين مان ڳوڙها برسات جيان ٿمي رهيا هئا ۽ سڏڪندي سڏڪندي چوڻ لڳي تہ صاحب مان سوچيان ٿي تہ ”مون کان پوءِ هن معصوم جو ڇا ٿيندو؟، اڄ تائين اسان غريبن جو ڇا ٿيو آهي؟، اسان جي زندگي تہ هڪ نہ ختم ٿيندڙ تماشو آهي“. ائين چئي هوءَ اٿي ۽ پير ۾ پيل چپي کنيائين. بعد ۾ ننڍڙيءَ کي ڪڇ تي کڻي هلڻ لڳي. اڄ بہ هوءَ انهن رستن تي پنهنجي نياڻيءَ کي کنيون ٿي وتي ۽ ڪير پياريندي ٿي وتي ۽ ماڻهو ڪيس گهوريندا رهن ٿا...!! .

# ويساهہ گھاتي

اڄ هو شــاديءَ جي پاڪ ۽ پوتر ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي چڪــا هئــا. شاني ڪنوار بڻي ويٺي هئي ۽ رحمان سندس گهوٽ. رحمان جا پيءُ ماءُ ڏاڍا خوش هئا تہ سندن پٽ سندن مرضيءَ مطابق پسند ڪيل ڇوڪريءَ ســان شــادي ڪئي هئي ۽ سندن عزت رکي هئي، پر هنن کي ڪهــڙي خبــر هئي رحمــان اها شادي سندن دل رکڻ لاءِ ڪئي هئي.. شاني رحمان جي سڳي سئوٽ هئي سنڌي پنج درجا پڙهيل هئي شڪل ۽ صورت ۾ بہ ٺيڪ ٺاڪ هئي. رحمان نہ ٿي چاهيو تہ سندس شادي شانيءَ سان ٿئي پر وڏن جي ڪيل فيصلي تي مڙئي ڪٿي ماٺ ڪيائين.. سندس خوابن جي شهزادي ڪا دولت مند ڇوڪري هئي ڇو تہ رحمــان لالچي قسم جو مــاڻهو هو، هر وقت دولت ڪمــائڻ جي چڪــر ۾ هوندو هو، شــانيءَ سان شــادي ڪرڻ ڪــانپوءِ سندس خواب ڏنڌلائجي ويا هئا.

رحـــمـــان جو پيءُ ايتـــرو پئـــسي وارو ڪونہ هو ڳوٺ ۾ ڪنيــارڪو ڏنڌو ڪندو هو، ۽ پنهنجي ٻچن جو پيٽ پاليندو هو، هاڻي تہ سندس حالات ڪجهہ بهتر هئا رحمــان کي روينيو کاتي ۾ ڪلارڪي ملي هئي. ٻگهار کان سواءِ روزانو "رزق حلاق" بڻ ڪمــائيندو هو ۽ پاڻ کي امير زادو ظاهر ڪندو هو، هو پنهنجي اصليت کي وسارڻ چاهيندو هو ۽ ڪي قدر ان تي قابو بہ پائي چڪو هو، ان لاءِ هن شهر ۾ قسطن تي پلاٽ وٺي فنانس ڪارپوريشن مان قرض ڪڍي جڳهہ ٺهرائي هئائين، شهر ۾ رهندي ڪين بہ ٽي سال ٿي ويا هئا..

رحمــان کي ڪوبہ اولاد ڪونہ ٿيو هوان جو سبب اهو هو تہ هو شانيءَ کان تمام گهڻو پري رهندو هو، هن صرف شانيءَ کي نڪاح جي

ٻنڌڻ ۾ قيد ڪري ڇڏيو هو ۽ هوءَ اڄ به ڪنوارين ڇوڪرين وانگر جيون گهاريندي هئي. شانيءَ ۾ اهي تمام خوبيون موجود هيون جيڪي هڪ سٺيءَ، سگهڙ زال ۾ موجود هونديون آهن. رحمان جيتوڻيڪ ڪائنس نفرت ڪندو هو پر ان هوندي به شاني هن سان محبت ڪندي هئي، سندس ڪم ڪار خدمت چاڪري خوشيءَ سان ڪندي هئي ايتريقدر جو رحمان جا بوٽ به پالش ڪندي هئي، رحمان رات جو دير سان گهر ايندو هو شاني سندس انتظار ڪندي هئي، رحمان شاني کي جاڳندو ڏسي ڇڙٻون ڏيندو هو ۽ چوندو هوس ته منهنجو انتظار نه ڪندي ڪر ۽ شاني ڪائنس مانيءَ جو پڇي وڃي بستري تي ليٽندي هئي.

اڄ رحمان جو پيءُ سومر خان به ڳوٺ مان آيو هو ۽ هو سو روپيه شانيءَ کي ڏئي چيو هئائين ته پٽ مون کي خبر آهي ته رحمان توسان سٺو نٿو هلي ڇا ڪجي ڌيءُ، مون ته گهڻوئي سمجهايو اٿمانس پر هو مڙي ئي نٿو، رک مولا تي هڪ نه هڪ ڏينهن پاڻهئي پير تي ايندو.

رحمان جنهن آفيس ۾ ڪم ڪندو هو ان آفيس جو آفيسر شيخ صاحب سندس ڪم مان مطمئن هو ۽ رحمان جي چالاڪي، هوشياري جي ساراهه ڪندو هو، هو رحمان کي تمام گهڻو پيائيندو به هيو ان ڪري هنن جا پاڻ ۾ گهرو تعلقات به ٿي ويا هئا، رحمان شيخ صاحب کي پيو ته سيڪجهه پنهنجي باري ۾ ٻڌايو هو پر پنهنجي شاديءَ کي راز ۾ رکيو هيائين ۽ اها ڳالهه شيخ صاحب کي به وڻي هئي، ڇو ته هو صاحب به هڪ نياڻيءَ جو پيءُ هو ۽ هرڪو پيءُ چاهيندو آهي ته سندس نياڻي جلدي وڃي شينهن ڪلهي چڙهي. شيخ صاحب هميشه رحمان کي اندروني طور تي تيار ڪندو هو. رحمان به وڏي ماٺهوءَ ٿيڻ جا خواب ڏسندو هو ۽ شيخ صاحب جي نياڻيءَ کي پنهنجي ڪنوار جي روپ ۾ ڏسندو هو.

شانيءَ کي شيخ صاحب جي ڌيءُ جو گهر اچڻ سٺو ڪونه لڳندو هو، پر مجبور ٿي دل تي پٿر رکندي هئي، جڏهن ٻهريون دفعو شيخ

صاحب جي فيملي سندن گهر آئي هئي ته سندس ماءُ شانيءَ کي ڳوٺ جي مهمان ڪري پيش ڪيو هو، جيڪا ڳالهه شانيءَ جي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ جي برابر هئي پر ويچاري ڇا ٿي ڪري سگهي، بس رڳو سندس سهڙو خيال ڪندو هو باقي سَسُ ته ٿوري گهڻي ڳالهه تي پئي خارون ڪائيندي هئس.

رحمان جڏهن به ڪا اهڙي قيمتي شيءَ خريد ڪندو هو ڀلي گهر جو فرنيچر هجي يا ڪي ڪپڙا هجن، ته رحمان جي ماءُ پاڙيسرين کي به اعلان ڪري ٻڌائيندي هئي ته شيخ صاحب جن وٺي ڏني آهي ۽ شانيءَ کي ته ڇا پر ٻين ايندڙن، ويندڙن کي به پئي شيخ صاحب جي ساراهه ٻڌائيندي هئي ۽ اهو به چوندي هئي ته شيخ صاحب رحمان لاءِ پنهنجي ڌيءُ جو سڱ به ڏئي رهيو آهي، آخر اهو ڏينهن به آيو جو شانيءَ کي هو پنهنجي ڳوٺ ڇڏي آيا.

رحمان جي پيءُ سومر خان کين گهڻو ئي سمجهايو ته هيءَ منهنجي مرحوم ڀاءُ جي نشاني آهي هن سان ايڏو ظلم نه ڪيو ليڪن رحمان ۽ سندس ماءُ مڙيا ئي ڪين.. شيخ صاحب وارا جڏهن به رحمان جي گهر ايندا هئا ته سندس گهر جي ٺاهه ٺوهه جي ساراهه پيا ڪندا هئا.. شيخ صاحب وارن لاءِ سوچڻ جي ڳالهه اها هئي ته رحمان جي ماءُ ٻهراڙيءَ جي آهي اڻ پڙهيل آهي، پيا ته گهر ۾ ننڍا ٻار آهن ۽ هن گهر جو سليقو ڪجهه سمجهه ۾ نٿي آين ته هي ٺاهه جوڙ ڪنهن ڪئي آهي.

اڄ شيخ صاحب جي آفيس ۾ رحمان جي ڳوٺ جو زميندار ڪنهن ڪم سانگي آيو هو.. شيخ صاحب رحمان جي باري ۾ ڪائنس پڇا ڪئي هئي، ۽ هن صاحب سيڪجهه ڪيس ٻڌايو هو، جڏهن هن زميندار جي واتان رحمان جي شاديءَ جو ذڪر ٻڌو ته هن جو اعتماد ٽٽي پيو، هن مس مس پاڻ کي سنڀاليو هو ۽ زميندار کي فارغ ڪري آفيس مان اٿي پنهنجي گاڏيءَ ۾ اچي ويٺو هو، جڏهن به شيخ صاحب ڪاڏي ويندو هو ته رحمان کي ساڻ وٺي ويندو هو.. ليڪن اڄ هو اڪيلو گاڏيءَ ۾ هليو ويو هو.

رحمان حيران هو ته شيخ صاحب مون کي ڇڏي ڇو هليو ويو،

جڏهن شام جو شيخ صاحب جي گهر ويو ته.. شيخ صاحب ڪيس اهو چئي رخصت ڪيو ته:

"اڄ ڪان پوءِ هتي نه ايندو ڪر تو منهنجي اعتماد کي دوکو ڏنو آهي، شاديءَ جي ڳالهه لڪائي، نائو گيٽ آئوٽ فرام هيئر".

رحمان اتان هليو آيو سندس سپنن جو تاج محل ٽني ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيو هو، ان مهل هو ان وڏيري کي برو پلو چئي رهيو هو، ناڪام ٿي هو ڳوٺ آيو هو شانيءَ کي وٺڻ لاءِ، ليڪن شانيءَ به اهو چئي انڪار ڪري ڇڏيو ته:

"مان توسان هڪ منٽ به گڏ رهڻ لاءِ تيار نه آهيان ۽ مون به نڪاح ٽوڙائڻ لاءِ ڪورٽ ۾ دعوي داخل ڪئي آهي".

اڄ ڪيس جي سلسلي ۾ نهڻ جون آخري ڳالهيون هيون، رحمان شانيءَ کان ٻانهون ٻڌي معافي گهري رهيو هو. ۽ رحمان جو پيءُ سومر خان به ڪيس پنهنجي پٽ کي جا واسطا وجهي رهيو هو دعوي تان هٿ ڪڻائڻ لاءِ.. ليڪن شانيءَ جواب ۾ هنن کي اهو چئي موٽائي ڇڏيو ته:

"جنهن ماڻهوءَ مون سان پنج سال نفرت وارو ورتاءُ ڪيو آهي مان ان کان نفرت ڪريان ٿي.. مان ڪڏهن به هن دعوي تان هٿ نه ڪڻندس، اهو منهنجو فيصلو آهي ۽ اهو فيصلو اٽل آهي"......!!

# خواب يا حقيقت

رات جي وقت ميلي ۾ تمام گهڻي رش هئي، ائين پئي لڳو ڄڻ ماڻهن جو سمنڊ اٿلي پيو هجي، دڪانن تي لڳل نيريون، سايون، پيليون، ڳاڙهيون ۽ سفيد روشنيون چوڏهين واري رات جو منظر پيش ڪري رهيون هيون، وڏي آواز سان ريڪارڊنگ، چوڏيلن جا چيڪاٽ، موٽر تي هلندڙ ڦرڻين جو ڪن ڪائيندڙ شور، سرڪسن ۾ موت جي کوهہ جي ٽڪيٽ وڪرو ڪندڙن جون رڙيون ۽ هوڪرا، انهن جي پرسان ڪاٺ جي تختن جي اسٽيج تي بيٺل زرق برق ڪپڙن ۾ ملبوس ميڪ اپ سان پُر ڪدڙن جي ڊانس، ابتا سبتا پوز، ٺمڪا، ٺينگ ٽپا، اکين جا اشارا، تماشاين جي رش سٽرون ڪنهڻ، شهپر وٽڻ، ٽڏا ساهہ کڻڻ ۽ نوٽن جي بارش ڪرڻ.

غريب ۽ بيروزگار زندگيءَ کان بيزار، انور پنهنجي گهر مان ڪجهہ گهڙيون سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ ميلي ۾ اچي ٿو. هن جو اڳتي وڌڻ، ڪوپري جي مناٺي وارن جا ڪيس سڌ ڪرڻ... صاحب پيور (Pure) مال آ.. نہ وڻي تہ پئسا واپس جهڙا جملا.. مناين جا دڪان فلم جي ڪنهن خواب جي سيٽ جيان خوبصورت رنگين شيشن، تصويرن، رنگين بتين، چمڪندڙ زريءَ جي لڙين سان سينگاريل... جلال چانڊيو، فوزيہ سومرو، شمن علي، عطاالله عيسيٰ خيلوي، انڊين گائن جو مسڪچر، روبينہ حيدري، ۽ گل حسن ميراڻي جي مقابلي وارا بيهودا دوگانہ، جوا جي صندلن ۽ ڪٽولن تي ماڻهن جو هجوم ڀاڳ آزمائڻ جي چڪر ۾.

انور بہ ڀاڳ آزمائڻ گهريو ٿي، ڇو تہ هو بيروزگار هو.. ويتر سندس والدين پنهنجي اکين جي تاري جي اميد ڏسڻ لاءِ هن جي شادي بہ ڪرائي هئي، انور مٿان هينئر ٻن ٻارن جو بوجهہ بہ هو، سندس سوچن جو

سلسلو اکين ۾ مستقبل روشن هئڻ جا خواب. ياڳ آزمائڻ لاءِ سوچڻ ۽ وري دل ئي دل ۾ ان خيال کي رد ڪرڻ تہ:

”اها سني ڳالهہ ناهي، ائين نہ ٿئي جو انهن ٿورن پئسن تان بہ هٿ ڌوئڻا پون“. هو هلڻ لڳي ٿو، سوزوڪي ڪيريءَ تي سگريٽن جي وڪري لاءِ وڏي آواز سان ايڊورٽائز واريون ڪيسيٽون، انعامي ۽ بچت اسيڪمون. انور ان ڪيريءَ تان سگريٽ خريد ڪيا ڇو تہ ماچيس مفت ۾ هيو ان ڪري ئي هن چار روپين ۾ هڪ پاڪيٽ خريد ڪيو هو..

انور جو اڳتي وڌڻ ماڻهن جي گهما گهميءَ ۾ ڳنڍيي ڇوڙ کي پڪڙڻ لاءِ واڪا ۽ وٺ وٺان ۽ ان پويان ڊوڙڻ.. ڊراءِ فرورٽ ۽ رانديڪن وڪرو ڪندڙن جا صاحب صاحب ڪري سڏ ڪرڻ.. ٽانگن وارن جو ماڻهن کي هٽائڻ لاءِ اي صاحب! هوشياري، پاسو بابا جهڙا آواز، ڪارن، موٽر سائيڪلن جا هارون، عقيدتمندن جا دهل دماما، ڇمڪٽا، ٽونٽا ۽ شوشا ڇوڙڻ. پڙ ۽ چادرون چاڙهيندڙن جي لڳل وڏي قطار ماين ۽ مردن جو سنگم ڏسي انور بہ حاضري ڀرڻ لاءِ سوچي اڳتي وڌي ايوان ۾ پهتو، بخاري صاحب جي مزار جي ايوان ۾ ماڻهن جي تمام گهڻي پيهہ. اوسي پاسي کان آيل جلال چانڊيي جا پوئلڳ يڪتاري تي ڳائيندڙ فنڪار ۽ پيسن وٺڻ تي آدم جا ننڍڙا پوٽڙا گهنگهرن جي پير ڪڙين ۾ قيد، شوقينن جون منجهن نظرون ڪتل، روپئي ڏيڻ جي بهاني هٿ هٿ ۾ وجهڻ ۽ ڪين ير ۾ وبهارڻ جهڙو منظر ڏسي سندس اکيون آليون ٿي وڃن ٿيون. ڇو تہ هنن ٻارن جي عمر نچڻ جي ڪانہ هئي انهن جي هٿڙن ۾ تہ صرف ڪتاب ۽ سليٽ ئي سٺا لڳي سگهن ٿا....

هو پنهنجي سلجهيل قوم جي انهيءَ زنده دليءَ تي مرثيہ پڙهندو اڳتي وڌيو ۽ پاسي جي ڪيسي مان سگريٽ ڪڍي دکايائين. سگريٽ جو ڪش هڻي سندس اڳتي وڌڻ، ساڳيائي ماڻهن جا ميڙ، ڇيرن جا ڇمڪا، طبلن جا ڌڌڪا، باجي جا رينگٽ، ماڻهن جا نعرا ۽ هوڪرا. هو ماڻهن کي پاسي ڪندو اڳتي وڌيو. راڳ ٻڌڻ لاءِ راڳ تہ ڇڻ هيوئي ڪونہ، سامهون بہ

هوا جون ڏهتيون، سنهڙن ڪپڙن ۾ ملبوس. ڪپڙن اندران ڪنواريءَ ڇوڪريءَ جيان در جي پردي پويان ليڪا پائيندڙ حسن، ڇلڪندڙ ڇاتيون ۽ پيٽ. هر ايري غيري کي پاڻ ڏانهن متوجهه ڪري رهيو هو. مڙسن جون مُڇون وٽڻ، مٿو کنهڻ، ٽارچ جي روشنيءَ جو ناچڻين جي منهن تي پوڻ، پئسا وٽڻ، تماشائين جا ساٿن چرچا، مذاق، پئسا ڇٽڻ ۽ ڪن ماڻهن جو ڏڃي ڏڃي سندن ڇاتين کي ڇهڻ.

سازن وارا سامهون ويٺل ۽ انهن سان گڏ "رزقِ حلال" حاصل ڪندڙ ڪامورا، نشي ۾ ڌت ڪيس نظر آيا، جيڪي ان وقت ڇڻ انهن جا حصيدار لڳي رهيا هئا. هو وري سوچڻ لڳي ته قانون تي، معاشري تي، بک ۽ بدحالي تي....

سوچن جو سلسلو ختم ٿيو ته هڪ تماشائيءَ جو ناچڻيءَ جي ٻانهن ۾ هٿ وڌل ڏٺائين، ٻئي تماشائي وري ناچڻيءَ کي ٻي ٻانهن ۾ هٿ وڌو ۽ ڪيس مال غنيمت سمجهي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لڳا، ناچڻيءَ جون دانهون. سازندن جا واڪا ۽ رڙيون. قانون نشي ۾ ڌت ۽ خاموش تماشائي ٻٽيل. تماشائين جو ناچڻيءَ کي ڇڏي پاڻ ۾ فري اسٽائيل ريسلنگ وڙهڻ، اوچتو هڪ تماشائي جو ور مان ريوالور ڪڍي، ٻئي تماشائي تي سڌو فائر ڪرڻ، انور جو ڇرڪ ڀرڻ ۽ پنهنجي ٻانهن ۾ چڪ هڻي پڪ ڪرڻ ته هي "خواب آهي يا حقيقت"...!

# فضيلا

"سائين! مان فضيلا کي، منهنجو مطلب فضل کي پاڻ سان گڏ ڊيوٽي تي وٺي ڪونہ ويندس، ٻيو ڪو سپاهي ڏيو". جمعدار جمن لائين آفيسر کي سيليوٽ ڪندي چيو.

"ڇا؟....فضيلا ڪير..؟". لائين آفيسر پڇيو.

"سائين نالو تہ فضل حسين اٿس، پر فضيلا چوائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو آهي". جمعدار جمن چيو.

"پر ڇا جي ڪري هن کي پاڻ سان گڏ ڊيوٽيءَ تي نٿو وٺي وڃين؟". لائين آفيسر پڇيو.

"سائين جتي بہ دهل جو ڏڏڪو ٻڌندو آهي، يا انڊيا جو ڊسڪو گانو. تہ هي همراهہ وٺ ئي نہ ڏيندو آهي. اهڙا لمڪا هڻندو آهي، جو انڇمن، مسرت شاهين ۽ ڇڪوريءَ جي بہ جاءِ ناهي. نہ رڳو اهو پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڊانس جي فرمائش ڪندو اٿس تہ هي شروع ٿي ويندو آهي، پل ڪيس وردي جو نہ پاتل هجي". جمعدار جمن چيو.

"اهو ڀرتي ڪيئن ٿيو آهي؟". لائين آفيس پڇيو.

"سائين سفارشي ماڻهو آ، ٻہ ٽي دفعا سسپينڊ بہ ٿيو آهي، پر تر جي زميندارن ۽ ايم پي اي ڪيس بحال ڪرايو آهي. جتي بہ ڊيوٽي تي هلندو آهي، اتي ماڻهن جا اصل ميڙا لڳل هوندا آهن، اصل قانون کي بدنام ڪري ماريو اٿس". جمعدار چيو.

"اهڙي ناهوڪي شيءِ آ ڇا؟". لائين آفيسر شهپر وٺيندي چيو.

"شڪل صورت ۾ ايترو ناهوڪو تہ ڪونهي، البتہ سندس لوڏو شهر جي شوقين ماڻهن کي ڏاڍو وڻندو آهي. هو پنهنجين زنانين ۽ مردائين ادائن سان هر ڪنهن کي لاٽون بنائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. لٺ يا رائيفل تہ اصل ڪٿي

ٿي ڪونہ. مان تہ چا، پر ڪيترہ ڪيس ہاڻ سان گڏ ڊيوٽيءَ تي وٺي وڃڻ لاءِ تيارٿي ڪونهي". جمعدار جمن چيو.

"ان شخصيت جو ديدار تہ ڪراءِ، اهڙيون جنسون لڪائي ويٺا آهيو".

"حاضر سائين! اجهو ٿو وٺي اچانس".

جمعدار جمن ائين چئي ٻاهر هليو ويو ۽ فضل حسين کي لائين آفيسر جي آفيس ۾ وٺي آيو.

"هون.. تہ... تون آهين فضل حسين! تنهنجون شڪايتون ڏاڍيون مليون آهن. هڪ تہ تون ڊيوٽي نٿو ڪرين. ٻيو تہ ورديءَ ۾ ڊانس ٿو ڪرين. ٽيون تہ هٿيار بہ نٿو کڻين چو..؟". لائين آفيسر ڪاوڙ ڪندي چيو.

"سائين! ڊيوٽي تہ مان ڪندي آهيان، منهنجو مطلب ڪندو آهيان. ڊانس منهنجي زندگي آ. باقي هٿيار ان لاءِ نٿو کڻان، چو تہ اسين اکين جا وار ڪندا آهيون، پوءِ جي چڙهيو تہ ٺيڪ آ، جي ويو تہ وڃي ڏوڙ پائي". فضل ادائون ڏيکاريندي زناني لهجي ۾ چيو.

"ڪن ڪولي پڌ، اڳتي چال سڌار. نہ تہ وڃي گهر ويھہ".

"سائين مان بہ چوان ٿي تہ ڪير! گهر ويهاري، پر اهڙي آفر اجا تائين ڪنهن بہ نہ ڏني آهي. مان پاڻ بيزار ٿي پئي آهيان. سائين! گهرو ڪم سڀ ڄاڻان ٿي، رڌ پچاءَ ڪان وٺي ناهہ جوڙ تائين. جنهن بہ رکيو، تہ سندس خوب خدمت ڪنديس، رات جو بہ ٿي مروٽڙا بہ ڏيندي مانس". فضل شرمائيندي چيو.

لائين آفيسر پنهنجا شهپر وٽڻ شروع ڪيا ۽ هلڪو آرس پچي پيٽ ڪنهندي چيائين:

"جمعدار! هي تہ وڏي ڪم واري شيءِ آهي. بابا! دير نہ ڪر هن کي مون واري ڪوارٽر تي ڇڏي اچ"..!!

# پروموشن

امن امان جي صورتحال خراب هئڻ ڪري هرڪو ماڻهو سج لهڻ کان پوءِ گهر پيڙو ٿيندوهو، شهر جا اڪثر روڊ ۽ رستا ويران ٿي ويندا هئا البت شهر جي مک چونڪ تي مڙئي ڪجهه رونق هوندي هئي.

رات جا ساڍا اٺ ٿيا هئا، سردي تمام اوج تي هئي، هو ٽيوشن پڙهائي واپس وريو هو. ايس ايس پي آفيس جي دروازي تي هڪ گارڊ بيٺل هو، باقي سڄو رستو ويران هو. هو پنهنجي پيجرو (سائيڪل)کي لاڙڪاڻي، دادو روڊ تي ڊوڙائي گهر وڃي رهيو هو.روڊ تي ڪابه گاڏي ڪانه هئي، پٺي ورائي ڏٺائين ته هڪ موٽر سائيڪل جيڪا تيزيءَ سان اچي رهي هئي، جنهن تي به ماڻهو سوار هئا. ان کان ٿوري فاصلي تي هڪ ڪاري رنگ جي شيراڊ به اچي رهي هئي. موٽر سائيڪل سوارن هڪ دم هڪل ڪري کيس بيهڻ لاءِ چيو. هو بيهي رهيو، ايتري ۾ شيراڊ به پهچي وئي، ۽ کيس ان ۾ زوري ويهاري ڇڏيائونس. هن احتجاج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن ريوالور ڪن پٺي تي رکي کيس خاموش ڪرائي ڇڏيائون. ان کان پوءِ سندس اکيون ٻڌيون ويون.

ڪار انتهائي تيز رفتار سان هلي رهي هئي، هن کي ڪابه خبر ڪانه هئي ته هو کيس ڪهڙي طرف وٺي وڃي رهيا آهن. ڪلاڪ کن جي سفر ڪرڻ کان پوءِ گاڏي کي هڪ هنڌ بيهاريو ويو، ۽ ان وقت هن جون اکيون به کوليائون، سندس حالت ان ڇاڪيءَ جي ڏاند وانگر هئي جنهن کي گهاڻي مان ڇوڙيو ويندو آهي، کيس ٻه ٽي منٽ اتي ترسايو ويو ۽ اتي هن کي پاڻي وغيره پياريو ويو.

ڪجهه وقت کان پوءِ کيس پيادل وٺي هلڻ لڳا پيلي ڏانهن. ڇو ته هو ڏاڙيل هئا، کيس اغوا ڪري آيا هئا. هن انهن کي سڃاڻڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي ليڪن منهن ورائڻ تي کيس ڪنڌاڪ ٿي وهائي

ڪڍيائون، سندن اکين ۾ وحشانيت ۽ حيوانيت هئي. ڪافي وقت پنڌ ڪرڻ کان پوءِ هو ڏاڍو ٿڪجي پيو هو، هن هڪ وک به نه ٿي کڻڻ گهري، ليڪن زور ڀريان هن جي هڪ به نه ٿي هلي ۽ هو مسلسل گهلبو ٿڙندو ٿاٻڙجندو هلي رهيو هو. هن ڪي وقت جي ڪابه خبر نه ٿي پئجي سگهي، ڇو ته ڪيس هڪ ڪوارٽز گهڙي ٻڌل هئي، جيڪا ڪيس گاڏي ۾ ويهڻ شرط لاٿي وئي هئي ۽ سندس کيسو پڻ صاف ڪيو ويو هو.

هن جو سفر اڃا جاري هو، هن هڪ هنڌ اچي ڊاهو ڪيو جتي ڪين ماڻي ڏني وئي هئي اڳ ۾ پاڻ ماڻي کاڌي ۽ ٻچيل ٽڪر هن جي اڳيان کائڻ لاءِ رکيائون ۽ هن کان پڇڻ لڳا:

"ڇا ڪندو آهين؟".

"پرائمري ماستر آهيان".

"پيو ڪو ٻني ٻارو؟".

"ڪوبه ڪونهي سائين، جي هجي ها ته رات جو ٽيوشنون نه پڙهيان ها".

"اڙي .! وري ڪوڙ ٿو ڳالهائين، اسان کي سڀ خبر آهي".

"سائين، مون مسڪين جي پونجي، منهنجو اولاد آهي جن جي ڪري اڌ رات تائين در،در ڌڪا کائيندو ٿو وتان".

"اڙي! اولاد کي اسان رڌي کائينداسين ڇا؟. هڪ ڌمڪيءَ واري چٺي نه وين پاڻهي پوري ڪندا".

"سائين! اوهانجي مرضي آ، جيئن وڻيوَ تيئن ڪريو، بهتر آ ته گولي هڻي ڇڏيو ته ڇٽي پوان سيني سورن کان".

"اڙي! هٿ آيل شڪار کي ڪير ماريندو. جلدي ماني کائي وٺ ته اڳتي هلون". ڌاڙيلن جي اڳواڻ ڪيس چيو.

ماني هن کي زهر لڳي رهي هئي، ۽ هن هڪ گرهه به وات تي نه رکيو، بس پاڻيءَ جا ٻه ٽي ڍڪ پِريائين، ۽ وري هلڻ لڳا. ڪجهه پنڌ کان پوءِ هو ٻيلي ۾ پهچي ويا هئا، چوڌاري وڻ ٽي وڻ هئا. اونداهي ايتري هئي جو هٿ نه ڏسي هٿ کي. ائين پيو لڳي ڄڻ جيئري ئي قبر ۾ هجن. ان ويلي هڪ پاسي کان روشني نظر اچڻ لڳي ۽ گاڏين جو آواز به. هو گهٻرائجي ويا ۽ تيز پڇڻ لڳا، روشني هيئنر ٻنهي پاسن کان نظر اچي رهي هئي ۽ هو مڪمل طرح

اڻ جي گهيري ۾ اچي ويا هئا. ڊاڙيلن جون هينڊز وايون ٻٽال ٿي ويون هيون ۽ هو هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا هئا. ايتري ۾لائوڊ تي آواز آيو:

"اوهان هينئر پوليس جي گهيري ۾ آهيو، پاڻ کي قانون جي حوالي ڪريو. ٻي صورت ۾ گولي هلائي ويندي".

آواز ٻڌندي ئي هڪ ڪيس چيو:

"اڙي! پاڻ بچائڻو اٿئي ته بچاءِ. اسان جي الله واهي اٿئي".

اڻين ڇڻي هڪ ڪڙين تي زور رکيو ۽ تڙي پکڙي ويا. لائوڊ تي مسلسل پڙهو اچي رهيو هو. ليڪن هڪ مان ڪير به ٻاهر نه نڪتو، ۽ فائرنگ شروع ٿي وئي. فائرنگ شروع ٿيندي ئي ماستر هڪ ڪڏ ۾ ليٽي پاڻ کي محفوظ ڪرڻ لڳو. ٻنهي طرفن کان برسٽ هلي رهيا هئا، هر طرف گوليون باهه جي الن وانگر آسمان کي ڳاڙهو ڪري رهيون هيون. بلڪ ڏياري جو سمان هو. گهڻو وقت گولين جي ڏي وٺ کان پوءِ ڊاڙيلن جي ڪابه خبر ڪونه هئي ته هو ڪيڏانهن ويا. ڀڄي ويا، يا مري ويا.

هر طرف خاموشي ڇانئجي وئي هئي، اٿين ڀيو لڳي جڻ قيامت آئي هجي ۽ ڪوبه پکي پکڻ يا انسان هن ڌرتيءَ تي جڻ هيوئي ڪونه. هن کي ان وقت پنهنجي حياتي بچائڻ جو وڏو فڪر هو. اڄ، بک ۽ سيءَ جو ڪوبه فڪر نه هيس. بس الله کي ياڏائي رهيو هو ۽ ذڪر ڪندي رات ختم ٿي ۽ صبح ٿيڻ لڳو. مگر ان ايراضيءَ ۾ ڪوبه ماڻهو داخل نه ٿي ٿيو. ڊاڙيلن جي ڊپ کان. هو اجا تائين ڪڏ ۾ ليٽيل هوڪائنس سرديءَ جي موسم ۾ به پگهر وهي رهيو هو. ان ويل سج به ڪني ڪيي هئي ۽ هن کي ڪجهه ماڻهن جو آواز به ٻڌڻ ۾ آيو هو، آواز آهستي آهستي سندس ويجهو ٿيندو ٿي ويو، هو هڪ ٻئي سان گفتگو ڪندا هن جي پرسان اچي بيٺا هئا، هو سندن ڳالهائڻ بلڪل چٽو ٻڌي رهيو هو ۽ هو چئي رهيا هئا:

"وڏا! الله ڪري ڪي به تي مٿا هجن. ته پنهنجي ڪلهن تي به ڪي ڦول لڳن، سالن کان وني سپاهي لڳا پيا آهيون". هڪ سپاهي چيو.

"خدا ڪري ته ايئن ئي ٿئي". ٻئي سپاهي چيو.

ان ويل ئي هو هن جي مٿان اچي بيٺا هئا. ۽ هٿيار تاڻي، "هينڊزاپ"چوڻ لڳا. ايتري ۾ هو هٿ مٿي ڪري اٿي بيهي رهيو.

”وڏا! هاڻي تہ پنهنجو پروموشن پڪو آ“. هڪ سپاهي چيو.

”دير ڇا جي آ، هڻيس برسٽ“. ٻئي سپاهي چيو.

”ها، وڏا ها! هونئن بہ جيئرو رهي ڇا ڪندو. آخر اسان ڪي بہ تہ پنهنجي زندگي ڳاهڻي آ“. ٽئين سپاهي چيو.

”رحم ڪيو مونتي. خدا جيٰ واسطي ڇڏيو مونکي. مان ڌاڙيل نہ آهيان. مان تہ ماستر آهيان، ٽيوشن پڙهائي موٽيو هيس تہ ڌاڙيلن اغوا ڪيو“. هن منٿون ڪندي سپاهين کي چيو.

”هون... ڏينهن جو پڙهائين ٻار. ۽ رات جو هڻين ڌاڙا ۽ چوين ٿو تہ مان ڌاڙيل نہ آهيان“. سپاهين چيو.

هو هٿن کي ٻانهو ٻڌي پنهنجي زندگيءَ جي خيرات گهري رهيو هو، ليڪن هن جوسڀ آزيون نيزاريون بيڪار ثابت ٿيون. پوءِ برسٽ هليو ۽ هو اونڌي منهن وجي پٽ تي ڪريو..!!

# اجـــازت

هو نهي جڙي اچي ڪٽ تي وينو ۽ زال کي رعب رکندي چيائين تہ:

"ملوڪان!.. او! ملوڪان!.. ماني ڏي، ڏاڍي بک لڳي آ".

"هان!... هان!.. وٺ ڪاڻ، ڪاڪڙو نہ ڪرئي". ملوڪان دڳڪين ۾ ڍڪيل ماني سندس اڳيان رکندي چيو.

"هان!.. هي ڇا؟. رُکي ماني". مڙس دڳڪي مٿي ڪندي چيو.

"اسان ڪهڙا ڪڪڙ ڪاڏا آهن. گهر ۾ ڇا ولي ڏنو اٿئي، فڪر اٿئي ڪو گهر ٻار جو. سڄو ڏينهن اچا ڪپڙا پايو هوٽلن تي ڪريو پيو آهين". زال احتجاج ڪندي چيو.

"ڳالهہ ٻڌ، اڳتي ڪيڏانهن بہ آئين، پر رُکي ماني نہ ڏيندي ڪر.. ٻڌي ڇڏ گڏهہ رن". هن ڪاوڙ مان ماني اڇليندي چيو.

اڄ ڪلهہ سندن گهر ۾ طرحين طرحين طعام پچن ٿا، پر هن ڪڏهن ائين نہ پڇيو آهي تہ اهو خرچ ڪٿان ٿو اچي........!!

## رجب آزاد هڪ مجسم پيار.



طبيعتاً پيار ۽ محبت جي پيداوار. هڪ مجسم پيار. اهڙو مقناطيسي پيار. جيئن پارس سان لوهه لڳي سون ٿي پوي، "رجب آزاد" جيڪڏهن ڪنهن سان لڳي ته ان کي پيار ۾ بدلائي ڇڏي. ان ڪري سندس لکڻين نثر توڙي نظم ۾ سندس پيار چوليون ماريندو نظر ايندو. سندس تشبيهون ايتريون جاندار آهن جو جڏهن انسان جي مظلوميت تي لکندو ته "ماڻهوءَ جي مظلوميت" تصوير بڻجي اکين اڳيان اچي بيهندي. سندس آکاڻين ۾ معاشري جون اوڻايون ۽ مُنل ڪُٺل انسان سندس اهم موضوع آهن. سندس نمايان ڪهاڻيون ڪارو چشمو، مرشد جي ڪٺ، پهاڄ، پيگل گلاس، پڇتاءُ ۽ اجازت وغيره قابل داد آهن. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب "رانيوٽا" ۽ "ڏمچر" بازار ۾ اچي چُڪا آهن ۽ بيحد پسند ڪيا ويا آهن. پاڻ طبيعتاً مزاحيه طبيعت نه آهي، پر سندس سنجيده مزاحيه شعر پڙهندي مسڪراهٽ سان گڏ ٿڌو ساهه به کڻي ويندو آهي.

اديب ويچاري جي زندگي جي دماغ سوزي ۽ محنت جو اجورو سواءِ داد جي چند لفظن جي وڌيڪ نه ٿيندو آهي ۽ اهو ئي سندس ايوارڊ ۽ انعام پڻ آهي، جيڪو کيس معاشري جي اصلاح لاءِ هر وقت اُڪسائيندو رهندو آهي. اديب معاشري کي نه رڳو سڌي راهه ڏيکاريندو آهي پر دانائيءَ جون ڪنيڙاتيون به عطا ڪندو آهي.

رجب آزاد هڪ باهمت ۽ نه ٿڪجندڙ ادب جو عاشق آهي، جيڪو بي لوث خدمت ۾ پنهنجو تن من ۽ ڌن به ادب مٿان نڇاور ڪرڻ کان نه ڪيٻائيندو آهي. خدا کيس همت ڏئي ته هو وڌيڪ ادبي خدمت ڪري اڃان به وڌيڪ پنهنجو نالو روشن ڪري.

9 سيپٽمبر 1999ع.

**شفيع محمد سولنگي**
گهر نمبر 706/B مارڪيٽ روڊ دادو

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽاٽائي ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوٿ، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)